# حضرت علي عليہ السلام جا معجزا

ترجمو ۽ ترتيب

ضمير حسين جعفري

بھٹائی بک ہاوس
گاڑی کھاتہ حیدرآباد
Mob: 0322-3011560




سنڌ بڪ ڪلب

نوابشاھ / حيدرآباد

# ايڪيهين صديءَ جو پيغام
# علم، محبت ۽ امن سيني لاءِ

پبلشر احمد ضياءَ







| | |
|---|---|
| ڪتاب جو نالو: | حضرت علي عليہ السلام جا معجزا |
| ترجمو ۽ ترتيب: | ضمير حسين جعفري |
| اشاعت اول: | سيپٽمبر 2004ع |
| اهتمام: | ريحان ضياءَ |
| معاون: | اعظم سڪندر |
| ڪمپيوٽر لي آئوٽ: | سليمان سميجو |
| قيمت: | 140/- روپيا |
| پبلشر: | سنڌ بڪ ڪلب مريم روڊ نوابشاهہ- |
| | فون: 0241-60098 |

# اداري پاران ٻہ ٻول

سنڌ بڪ ڪلب پاران "حضرت علي عليہ السلام جا معجزا" نالي هيءُ ڪتاب اوهان آڏو آهي ۽ يقينن حضرت علي عيلہ السلام، اسلامي تاريخ جي اها شخصيت آهن جن جي ڏاهپ ۽ علمي بصيرت اعليٰ ۽ مثالهين هئي، جنهن جو ثبوت اهو آهي جو ڪين نديپڻ کان ئي حقيقت ۽ سچائيءَ ڪي ڄاڻڻ جو ڏانءُ حاصل هو ۽ خود پيغمبر خدا حضرت محمد صلي الله عليہ وآلہ وسلم جن فرمايو تہ، "مان علم جو شهر آهيان ۽ علي عہ ان جو دروازو آهي."

حضرت علي عہ زندگيءَ جا ٽيهہ سال رسول پاڪ صلي الله عيلہ وآلہ وسلم جن جي سرپرستيءَ ۾ گذاريا. هڪ پاسي حضرت علي عہ علم جا پندار هئا تہ ٻئي پاسي پاڻ بهادري ۽ دليريءَ جو اهڃاڻ سمجهيا وڃن ٿا. جنگ بندر هجي يا احد يا خيبر جي قلعي جي فتح جو موقعو، حضرت علي عہ پنهنجي بهادريءَ جا اهي جوهر ڏيکاريا جو عربيءَ ۾ هيءُ پهاڪو مشهور ٿي ويو تہ، "لافتيٰ الا علي" يعني علي عہ جهڙو ڪو بهادر نوجوان ٻيو ڪونهي. حضرت علي عہ مختلف جنگي معرڪن وقت ان وقت جي مشهور عرب سورمائن وليد، شيبا ۽ امرا بن عبد جهڙن پهلوانن ڪي نہ رڳو شڪست ڏني پر انهن جهڙن ٻين اسلام دشمن سورمائن ڪي موت حوالي ڪري ڇڏيو. جيئن جنگ جي ميدان ۾ حضرت علي عہ جي شخصيت بي مثال رهي آهي، ساڳيءَ طرح تصوف توڙي شريعت جي ميدان ۾ بہ ڪين اعليٰ مقام حاصل آهي. حضرت علي عہ جي بيان ڪي شرعي لحاظ کان سند حاصل آهي ۽ پاڻ تمام وڏا مجتهد هئا. جنهن ڪري سمورن خليفن ڏڪين شرعي مسئلن بابت ڪانئن صلاح مشورا ورتا ۽ حضرت علي عہ جي انصاف جا قصا تہ تمام گهڻا مشهور آهن.

انهيءَ ڪانسواءِ حضرت علي ع ڪي اسلام کان اڳ جي ٻن مشهور مقررن مان هڪ هجڻ جو شرف حاصل آهي. پاڻ تمام وڏا خطيب ۽ مقرر هئا. سندن انداز خطابت من ڪي موهيندڙ ۽ دل ڪي ڇهندڙ هئڻ سان گڏ تمام گهڻو اثر انگيز هو. بهرحال جيڪڏهن حضرت علي ع جي قول ۽ فعل، علم ۽ عمل تي ويهي لکجي ته هزارين صفحا لکي سگهجن ٿا پر پوءِ به سندن علم ۽ عمل، انصاف ۽ اجتهاد جا قصا پوري طرح بيان تي نه سگهندا. هڪ پاسي پاڻ عليہ السلام عالم، مقرر، سپهه سالار هئا ته ٻئي پاسي پاڻ ع اهڙا ته حيران ڪن معجزا ظاهر ڪندا هئا جنهن ڪي ڏسي دنيا ڪي اڄ به ڏندين آڱريون اچي وڃن ٿيون. حضرت علي ع جي معجزن جو سلسلو ايترو ته طويل ۽ وسيع آهي جو انهن جو بيان هن ڪتاب جي مختصر صفحن ۾ سمائڻ معنيٰ ڪوزي ۾ سمنڊ کي بند ڪرڻ آهي پر پوءِ به اسان ڪوشش ڪئي آهي ته علي ع جي حبدارن لاءِ معجزات علي ع مان ڪجهه معجزا بيان ڪري علي ع جي چاهيندڙن ۾ پنهنجو به نالو ڳڻايون. سو اميد آهي ته اڳ جيان توهان کي هيءَ ڪوشش به پسند ايندي. جڏهن ته ان ڪانسواءِ اسان جي اداري پاران نهج البلاغه، شير خدا ع جا فيصلا ۽ ناد علي ع ۽ شهادت حسين جهڙا بصيرت افروز ڪتاب پڻ شايع ٿي چڪا آهن. ان اميد سان ته انهن ڪتابن مان فائدو حاصل ڪندڙ شخص اسان کي دعائن ۾ ياد رکندا.

ادارو

سنڌ بلڪ ڪلب

نوابشاهه/حيدرآباد

2004

# فهرست

## ماءُ جي پيٽ ۾

حضرت علي ع شير خدا جن جي ولادت باسعادت اجا ٿي ئي ڪانہ هئي جو پاڻ علي عليہ السلام جن جي ڪرامتن ۽ معجزن جو سلسلو شروع ٿي ويو هو، جيڪو ولادت کان شهادت تائين ۽ قيامت تائين جاري و ساري رهڻو آهي ۽ انهن معجزن سبب سندن شان ۽ عظمت هميشہ بلند رهڻا آهن.

پاڻ عليہ السلام اجان پنهنجي والده ماجده حضرت فاطمہ رضہ بنتؓ اسد جي پيٽ ۾ هئا تہ پنهنجي والده ماجده سان ڳالهہ ٻولهہ فرمائيندا هئا، ۽ اها گفتگو خانۂ ڪعبہ ۾ ٿيندي هئي. جڏهن بہ سندن والده ماجده خانہ ڪعبہ ۾ داخل ٿيندي هئي تہ سمورا بُت سڌي مُنهن ڪري پوندا هئا. انهيءَ تي سندن والده فرمائيندي هئي تہ اجان تہ توهان پيٽ ۾ آهيو تہ توهان جي شان ۾ بُت سجدي ۾ ڪري ٿا پون ۽ جڏهن دنيا ۾ تشريف فرما ٿيندؤ تہ ان وقت توهان جو ڪيڏو نہ وڏو شان ۽ عظمت هوندي.

# خانئہ ڪعبہ ۾ ولادت

هيءَ تہ ڇاتل سڃاتل حقيقت آهي ۽ جنهن ڪان ڪير بہ انڪار نہ ٿو ڪري سگهي ۽ اها سعادت سواءِ حضرت علي عليہ السلام جي ٻئي ڪنهن کي بہ حاصل ناهي ٿي ۽ پاڻ عليہ السلام جن جي زندگيءَ جو سڀ کان وڏو معجزو بہ هيءَ آهي تہ جڏهن حضرت علي عليہ السلام جن جي ولادت مبارڪ جو وقت ويجهو آيو تہ سندن والده حضرت فاطمہ بنت اسد خانئہ ڪعبہ پرسان تشريف آور ٿيون ۽ بارگاهہِ الاهيءَ ۾ دعا گهريائون تہ سندن دعا اينڌڙ پٽ جي ڪري قبول پئي ۽ ڪعبي جي ديوار ڦاٽي پئي ۽ پاڻ اندر ويون. اتي ڏنائون تہ حضرت مريم ع ۽ حضرت آسيہ ع حضرت موسيٰ ع جي والده موجود آهن. انهن زچگيءَ جا فرض انجام ڏنا ۽ ٽن ڏينهن تائين پاڻ اتي رهيون. ماڻهن ڪوڙ ڪوششون ڪيون تہ ڪعبي جو در کولجي پر ٻاهر وارن جي لک ڪوششن باوجود بہ ڪعبي جو در انهن کان نہ کُلي سگهيو.

## پينگهي ۾ نانگ

هيءَ روايت تمام گهڻن ڪتابن ۾ موجود آهي تہ: پاڻ عليہ السلام اجان ننڍڙا هئا پر سندن جسماني طاقت عمر جي پيٽ ۾ ايتري وڌيڪ هئي جو اها ڳالهہ بہ ڪنهن معجزي کان گهٽ ڪانهي.

هڪ ڀيري سندن والده ماجده کين پينگهي ۾ سمهاري پاڻ پنهنجي ڪنهن ڪم ۾ مصروف ٿي ويون تہ ٿوري دير ڪانپوءِ هڪ نانگ حضرت علي ع جن جي پينگهي پرسان پهچي ويو. پاڻ ع هڪ هٿ ٻاهر ڪڍي نانگ کي ڳچيءَ کان جهليو ۽ سندن آڱرين جي پڪڙ ايترو تہ سخت هئي جو نانگ ڇڏائي نہ سگهيو ۽ نيٺ شيرِ خدا جي هٿن ۾ ئي مري ويو. جڏهن والده ماجده ڪم ڪار کان وانديون ٿي آئي تہ ڏٺائون علي ع جي هٿن ۾ نانگ مئو پيو آهي. پاڻ ماڻهن کي گڏ ڪيائون ۽ فرمايائون تہ منهنجو پٽ حيدر آهي، جنهن نانگ جا بہ بہ ٽڪر ڪري ڇڏيا آهن ۽ اهڙيءَ طرح جڏهن حضرت علي عليہ السلام خيبر جي مقام تي ڪافرن جي نامي گرامي پهلوان کي ماريو تہ اتي پاڻ ع پنهنجو تعارف حيدرِ ڪرار جي نانءُ سان ڪرايو هئائون.

# پاڻيءَ جي ڳولا

حضرت علي عہ صفين جي جنگ جي موقعي تي هڪ اهڙي آباديءَ ۾ قيام فرمايو جتي پري پري تائين پاڻيءَ جو نالو نشان بہ ڪونہ هو. مالڪ اشتر پاڻ عليہ السلام جن جي خدمت ۾ حاضر ٿيو ۽ عرض ڪيائين تہ يا اميرالمؤمنين، اسان اهڙي ماڳ تي قيام فرمايو آهي جتي پري پري تائين پاڻيءَ جو نالو نشان ڪونهي.

پاڻ عليہ السلام انهيءَ جي موٽ ۾ فرمايو، "اي مالڪ! اسان تمام جلد هتان پاڻي حاصل ڪري وٺنداسين." پوءِ پاڻ عليہ السلام زمين جي هڪ ٽڪري ڏانهن اشارو ڪندي فرمايائون، "ڪجهہ ساٿي گڏ ڪري هن جاءِ تي کڏو کوٽيو." سيني گڏجي کڏو کوٽيو. اتي هڪ ڪاري رنگ جو وڏو پٿر ظاهر ٿيو. هڪ سئو ماڻهن گڏجي انهيءَ پٿر کي ان جاءِ تان هٽائڻ چاهيو پر اهو پٿر انهن کان نہ ڪڇي سگهيو. نيٺ پاڻ شيرِ خدا انهيءَ پٿر کي پنهنجن هٿن تي کڻي ان جاءِ کان چاليهہ گز پري اڇلائي ڇڏيو. پٿر هٽڻ سان اتان صاف شفاف ۽ مٺي پاڻيءَ جو چشمو ظاهر ٿيو. سيني دل ڀري پاڻي پيتو ۽ پوءِ پاڻ عہ وري پٿر کي ساڳي جاءِ تي رکيائون تہ چشمو بند ٿي ويو ۽ وري پٿر مٿان مٽي وجهي انهيءَ پٿر کي لڪايو ويو.

اسلامي لشڪر جڏهن انهيءَ ماڳ تان روانو ٿيو ۽ اڃان ڪجهہ مفاصلو اڳتي ويو هو تہ پاڻ عليہ السلام فرمايو، "توهان مان ڪير آهي جو انهيءَ ساڳئي مقام کي ڳولي لهي جتان پاڻي نڪتو هو." سيني هڪ زبان ٿي عرض ڪيو تہ، "اسان سڀ انهيءَ جاءِ کي سڃاڻون ٿا." سمورا ماڻهو واپس ويا پر ڪير بہ اهو مقام نہ ڳولي سگهيو، جتان پاڻي نڪتو هو.

انهيءَ وچ ۾ پرسان ئي عيسائين جي گرجا گهر مان هڪ پادري نڪتو، ان کي ڏسي پاڻ عہ فرمايائون، "تنهنجو نالو شمعون آهي؟" "ها

منهنجو نالو ٿي شمعون آهي پر توهان کي منهنجي نالي جي ڪيئن خبر پئي؟ جڏهن تہ منهنجو اهو نالو منهنجي والده ڪانسواءِ ٻيو ڪير بہ نہ ٿو ڄاڻي." پاڻ عليہ السلام وري فرمايائون، "اي شمعون! تون ڇا ٿو چاهين؟"

راهب عرض ڪيو تہ، "مان انهيءَ پاڻيءَ جي چشمي بابت معلومات چاهيان ٿو."

پاڻ ع فرمايائون، "اهو جنت جو هڪ چشمو آهي، جنهن مان ٽي سئو نبين ۽ ٽيرنهن اوليائن پاڻي پيتو آهي ۽ مان آخري ولي آهيان، جيڪو انهيءَ چشمي جو پاڻي پي رهيو آهيان."

راهب عرض ڪيو تہ، "ڪتاب انجيل مقدس ۾ مون اهڙو ئي بيان پڙهيو آهي." ۽ ايئن راهب اسلام قبول ڪيو ۽ صفين جي جنگ ۾ حصو ورتائين. هڪ روايت اها بہ آهي تہ پاڻ ع جي طرف کان اهو ئي پهريون شهيد هو ۽ جڏهن اهو شهادت جي درجي کان فيضياب ٿيو تہ پاڻ ع پنهنجي سواريءَ تان هيٺ لٿا ۽ سندن اکين مان لڙڪ جاري هئا ۽ پاڻ فرمايائون تہ، "هيءُ شخص قيامت جي ڏينهن اسان جي ساٿين مان هوندو."

# فتح خيبر

ڪوڙ سارن اسلامي تاريخي ڪتابن ۾ خيبر جي فتح جو ذڪر آيل هي، جيڪو حضرت علي عليہ السلام جن جي روحاني ۽ جسماني طاقت جو آئني دار آهي.

رسولِ خدا صلي الله عليہ وآلہٖ وسلم جن خيبر جي جنگ ۾ هڪ ڏينهن حضرت علي ع کي عَلم (جهنڊو) هٿ ۾ ڏنو ۽ سندن حق ۾ دعا فرمائي يهوديت جي مضبوط ترين قلعي کي ختم ڪرڻ لاءِ چيو. پاڻ ع جڏهن جنگ ۾ يهودين جي نامي گرامي پهلوانن کي قتل ڪرڻ شروع ڪيو تہ يهودين خوفزده ٿي قلعي جو در اندران بند ڪري ڇڏيو ۽ اندران تيرن جو مينهن وسائڻ لڳا. حضرت علي ع قلعي جي مضبوط ترين دروازي کي هڪ جهٽڪي سان ايئن پَٽي ڦٽي ڪيو، جيئن وونٽڻ مان ڪپھ چونڊي ڪڍبي آهي.

جابر رضہ کان روايت آهي تہ جڏهن علي ع انهيءَ قلعي جي در کي پٽي ڦٽي ڪيو تہ تجربي جي طور تي پهرين چاليھ، پوءِ ستر ۽ نيٺ هڪ سئو ماڻهن گڏجي انهيءَ دروازي کي کڻڻ چاهيو پر در کي نہ کڻي سگهيا. مشهور آهي تہ انهيءَ دروازي کي يهودين جا چاليھ چونڊ پهلوان کوليندا ۽ بند ڪندا هئا. جڏهن پاڻ عليہ السلام کان انهيءَ بابت پڇيو ويو تہ پاڻ ع فرمايو، "هي ڪاڌي جي يا جسم جي طاقت جو ڪمال ناهي پر اهو سمورو ڪمال روحاني طاقت جو آهي، جيڪا اسان رسالت مآب صلي الله عليہ وآلہٖ وسلم جن جي صحبت مان حاصل ڪئي آهي.

# هاٿين جي اطاعت

حضرت عمار رضہ کان روايت آهي تہ، رسولِ خدا صلي الله عليہ وآلہ وسلم حضرت علي عليہ السلام جن کي عمان جي شهر ڏانهن جلندي بن ڪرڪر سان وڙهڻ لاءِ موڪليو. پاڻ عہ اتي پهتا ۽ سخت جنگ جو آغاز ٿيو. جلندي پنهنجي غلام ڪندي کي گهرايو ۽ چيائين تہ ڪاري پڳ واري همراهہ ڏانهن هليو وڃ ۽ ان کي گرفتار ڪري اچ يا ماري اچ تہ مان انعام ۾ توکي پنهنجي پياري ڌيءَ جو سڱ ڏيندس، جنهن جي شادي مون اڳ ۾ بادشاهہ جي پٽن سان بہ ڪرڻ کان انڪار ڪيو هو. جلندي جو غلام ڪندي هڪ اڇي رنگ جي هاٿيءَ تي سوار ٿيو ۽ ٻيا 29 هاٿي ساڻ ڪري اميرالمؤمنين عہ جي لشڪر تي حملي آور ٿيو. اميرالمؤمنين دشمن جي لشڪر کي ايندي ڏٺو تہ پاڻ پنهنجي سواريءَ تان هيٺ لٿا ۽ انهيءَ سان گڏ پنهنجي چهري مبارڪ تان ڪپڙو هٽايائون. سموري جهنگ ۾ نور جي تجلي چمڪي وئي. پاڻ عہ وري پنهنجي سواريءَ تي سوار ٿيا ۽ هاٿين جي ويجهو اچي اهڙي گفتگو فرمايائون، جنهن کي ڪو انسان نہ پيو سمجهي سگهي. اوچتو دشمن جي 30 هاٿين مان 29 هاٿين متو هائوڪار ۾ لوڏيو ۽ ساڄي کان مُڙي لشڪرن تي حملو ڪري ڏنائون. لشڪر کي عمان جي دروازي تائين پهچائي اهي 29 هاٿي وري واپس آيا ۽ اهڙي گفتگو ڪيائون جنهن کي سيني ٻُڌو ۽ سمجهُيو. انهن هاٿين عرض ڪيو، "اسان سڀ حضرت محمد صلي الله عليہ وآلہ وسلم جن کي سڃاڻون ٿا. پاڻ الله جا نائب آهن پر هيءُ اڇي رنگ جو هاٿي محمد صلي الله عليہ وآلہ وسلم جن ۽ آلِ محمد صلي الله عليہ وآلہ وسلم بابت ايمان نہ ٿو رکي." حضرت علي عہ سخت ڪاوڙ ۾ آيا ۽ سندن غضب ڏسي اڇي رنگ جو هاٿي ڏڪڻ لڳو. پاڻ عہ هڪ ئي ضرب سان انهيءَ هاٿيءَ جو سر ڌڙ کان ڌار ڪري ڇڏيائون ۽ هاٿيءَ تي سوار غلام ڪنديءَ کي منڍيءَ کان ڪٺي

پڪڙيائون. جبرئيل عہ اچي نبي صلي الله عليہ وآلہِ وسلم جن کي ٻڌايو تہ توهان مديني شهر جي پٽ تي اچي بيهو ۽ علي عہ کي وڏي آواز ۾ فرمايو تہ ان غلام کي بخشي ڇڏي. اهو اوهان جو قيدي آهي. علي عليہ السلام نبي صلي الله عليہ وآلہِ وسلم جن جو آواز ٻُڌو ۽ غلام کي ڇڏي ڏنائين. غلام عرض ڪيو تہ، "مون کي ڇو ڇڏي ڏنو اٿوَ؟" پاڻ عہ فرمايائون تہ، "تورو نظر مٿي ڪري ڏس." ڪندي ڏٺو تہ سامهون ڪيس رسولِ خدا صلي الله عليہ وآلہِ وسلم ۽ سندن چار اصحاب رضہ مديني جي ديوار مٿان بيٺل نظر آيا. پاڻ عہ ڪندي کان پڇيائون، "اهو ڪير آهي؟" ڪنديءَ چيو تہ، "رسول الله صلي الله عليہ وآلہِ وسلم آهي." پاڻ فرمايائون، "ڪيتري مفاصلي تي آهن؟" ڪندي عرض ڪيو تہ، "چاليهہ ڏينهن جي مسافريءَ تي."

اهو معجزو ڏسڻ ڪانپوءِ ڪندي اميرالمؤمنين جي هٿ تي اسلام قبول ڪيو. پوءِ اميرالمؤمنين سان گڏجي بادشاهہ جلندي کي قتل ڪيو. انهيءَ جنگ ۾ الائي ڪيترا ماڻهو سمنڊ ۾ ٻڏي ويا. ڪيترائي مارجي ويا، باقي جيڪي بچيا، سي مسلمان ٿيا. حضرت علي عہ قلعو ڪنديءَ جي حوالي ڪيو ۽ جلنديءَ جي ڌيءُ سان ان جي شادي ڪرايائون ۽ ڪجهہ عالم مسلمانن کي اتي ڇڏي پاڻ عہ واپس روانا ٿيا.

# سج سان ڳالھ ٻولھ

محمد بن مسلم ۽ جابر کان روايت آهي تہ سج ست ڀيرا حضرت علي ع سان گفتگو ڪئي. پهريون ڀيرو سج حضرت علي عليہ السلام سان هينئن مخاطب ٿيو تہ، "مسلمانن جا امام! الله وٽ منهنجي سفارش ڪيو تہ مون مٿان عذاب نازل نہ ڪيو وڃي."

ٻيون ڀيرو سج چيو، "توهان مون کي حڪم ڏيو تہ مان توهان جي دشمنن کي ساڙي خاڪ ڪيان، مان انهن کي انهن جي پيشانين مان سڃاڻان ٿو."

ٽيون ڀيرو سج پاڻ عليہ السلام جن سان بابل ۾ ان وقت گفتو ڪئي جڏهن پاڻ ع کان نماز عصر قضا ٿي وئي هئي. ان وقت اميرالمؤمنين سج کي مخاطب ٿي چيو هو تہ، "پنهنجي جاءِ تي واپس موٽي اچ." ۽ سج انهيءَ حڪم تي لبيڪ چيو ۽ واپس موٽي آيو هو.

چوٿون ڀيرو اميرالمؤمنين سج کي فرمايو، "اي سج! ڇا تو منهنجو ڪو گناهہ ڏٺو آهي؟" خدا جي حڪم سان سج ڳالهايو ۽ چيائين، "مون کي رب العزت جو قسم، جيڪڏهن خدا سموري مخلوق توهان جيان پئدا ڪري ها تہ پوءِ دوزخ کي پئدا نہ ڪري ها."

پنجون ڀيرو سج پيغمبر صلي الله عليہ وآلہ وسلم جن جي وفات کانپوءِ جڏهن نماز بابت اختلاف پئدا ٿي پيو تہ ماڻهن حضرت علي ع جي مخالفت ڪئي تہ ان وقت سج کُليءَ طرح ڳالهايو ۽ سچ چيو تہ، "حق علي ع لاءِ آهي، حق علي ع جي هٿ ۾ آهي ۽ حق پاڻ عليہ السلام سان گڏ آهي." قريش توڙي ٻين ماڻهن سج جي انهيءَ ڳالھ کي ٻُڌو هو.

ڇهون ڀيرو حضرت علي ع پاڻ سج کي طلب ڪيو هو ۽ اهو هڪ ٿانوَ ۾ پاڻ عليہ السلام لاءِ آب حيات ڪٺي حاضر ٿيو هو ۽ پاڻ ع انهيءَ پاڻيءَ سان وضو فرمايو هئائون ۽ ان کان پڇيائون تہ تون ڪير آهين، سج چيو تہ، "مان روشن سج آهيان."

ستون ڀيرو حضرت علي عليہ السلام جن جي شهادت وقت سج حاضر ٿيو هو ۽ حضرت علي ع سان گفتگو ڪئي هئائين.*

# سزا ڪانپوءِ

حضرت ابن عباس رضہ کان روايت آهي ته حضرت علي عہ امير المؤمنين جي خدمت ۾ هڪ ماڻهو حاضر ٿيو ۽ عرض ڪيائين تہ مون چوري ڪئي آهي ۽ ان جي سزا مون کي ڏئي پاڪ ڪري ڇڏيو. اُن همراهہ اميرالمؤمنين سامهون ٽي پيرا چوريءَ جو اقرار ڪيو. جنهن ڪانپوءِ پاڻ عليہ السلام ان همراهہ جي هٿ ڪَٽڻ جو حڪم فرمايو. هٿ ڪٽجڻ ڪانپوءِ اهو همراهہ پنهنجو ڪَٽيل هٿ کڻي مجلس کان ٻاهر آيو. رستي ۾ سندس ملاقات ابن عباس سان ٿي. حضرت عباس رضہ ان همراهہ کان سوال ڪيو، "تنهنجو هٿ ڪنهن ڪٽيو آهي؟" موٽ ۾ ان همراهہ وراڻيو تہ، "اميرالمؤمنين، وصي سيد المرسلين علي ابن ابي طالب عليہ السلام." ابن عباس رضہ چيو، "جنهن تنهنجو هٿ ڪاٽيو آهي، تون ان جي ايتري ساراهہ ڇو ڪرين." اُن همراهہ جواب ڏنو تہ، "سندن ذات منهنجي ساراهہ کان اعليٰ بلند آهي. هن جي محبت تہ منهنجي رڳ رڳ ۾ سمايل آهي." ابن عباس رضہ ان همراهہ کي ساڻ ڪري حضرت علي عليہ السلام جن جي خدمت ۾ حاضر ٿيو ۽ جيڪو ڪجهہ ان ماڻهوءَ جي واتان ٻُڌو هئائون سو پاڻ عليہ السلام جن جي گوش گذار ڪيائون. انهيءَ تي پاڻ عليہ السلام فرمايائون تہ، "اسان جا ڪجهہ دوست اهڙا آهن جو جيڪڏهن انهن جي گوشت جا ٽڪرا ٽڪرا ڪيا وڃن پوءِ بہ انهن جي دل ۾ اسان جي محبت ڪانسواءِ ٻيو ڪو خيال نہ ايندو ۽ وري ڪجهہ دشمن اهڙا آهن جيڪڏهن اسان انهن کي گيهہ ۽ ماکي ڇو نہ کارايون پر سندن دل مان بغض نہ ويندو." پاڻ عليہ السلام ان همراهہ جو ڪٽيل هٿ پنهنجي هٿ ۾ کڻي سندس ٻانهن سان ڳنڍيو. پوءِ مٿان پنهنجي چادر وجهي ڪجهہ ڳُجها جملا پڙهيا ۽ چادر هٽايائون تہ ان همراهہ جو هٿ پنهنجي اصلي حالت ۾ ٻانهن سان ڳنڍيل هو. ۽ پوءِ اهو همراهہ سموري عمر اميرالمؤمنين جي خدمت ۾ رهيو. جهاد ۾ ڀرپور حصو ورتائين ۽ نيٺ نهروان جي جنگ ۾ جهاد ڪندي شهيد ٿي ويو. ان همراهہ جو نالو رفاح هو.

# علي ع جو حڪم

سهيل بن حنيف جو بيان آهي تہ هڪ جنگ جي موقعي تي معاويہ درياھ جي پتڻ تي قبضو ڄمائي ورتو ۽ پنهنجي لشڪر کي سختيءَ سان حڪم ڏنائين تہ پاڻيءَ جو هڪ ڦڙو بہ لشڪرِ علي ع کي نہ ملي. اميرالمؤمنين علي ع پنهنجي مشهور سپھ سالار مالڪ بن اشتر کي حڪم ڏنو تہ جن ماڻهن درياھ جي پتڻ تي قبضو ڄمائي ورتو آهي انهن کي چئو تہ اميرالمؤمنين علي عليہ السلام جو توهان لاءِ حڪم آهي تہ پاڻيءَ تان پهرو هٽايو. مالڪ اشتر پنهنجن ڪجھ ساٿين کي ساڻ ڪري درياھ تي پهرو ڏيندڙن وٽ ويو ۽ انهن کي اميرالمؤمنين جو حڪم ٻڌايائين، جنهن ڪري اهي اتان هٽي ويا ۽ اميرالمؤمنين جا ماڻهو پنهنجي ضرورت آهر اتان پاڻي ڪٺي موٽي آيا. انهيءَ ڳالھ جي خبر جڏهن معاويہ کي پئي تہ هن گهاٽ تي چوڪي ڏيندڙ سپاهين کي گهرايو ۽ انهن کان پهرو ختم ڪرڻ جو سبب پڇيائين. انهن سپاهين جواب ڏنو تہ، "ڪالھ اسان وٽ عمرو بن عاس آيو ۽ ان چيو تہ معاويہ جو حڪم آهي تہ درياھ تان پهرو ختم ڪيو." (ياد رهي تہ عمرو بن عاس معاويہ جو خاص ماڻهو هو) معاويہ اهو ٻڌي عمرو بن عاس تي ناراض ٿيو، "ڪم تون ٿو ڪرين ۽ نالو منهنجو ٿو وٺين."

خير ٻئي ڏينهن تي معاويہ حجل ابن عتاب جي اڳواٽيءَ ۾ گهاٽ تي سپاهي پهري لاءِ مقرر ڪيا. ٻئي ڏينهن وري مالڪ اشتر حضرت علي عليہ السلام جو حڪم اچي انهن کي ٻڌايو تہ، "اميرالمؤمنين چيو آهي تہ درياھ تان پهرو ختم ڪيو." سپاهي هٽي ويا. معاويہ کي خبر پئي تہ هن حجل کي پاڻ وٽ گهرايو ۽ درياھ جو گهاٽ ڇڏڻ جو سبب پڇيائين. حجل جواب ڏنو تہ. "توهان جو پٽ يزيد آيو هو ۽ توهان جو نالو کڻي چيائين تہ توهان جي پاران حڪم آهي تہ پهرو ختم ڪيو وڃي." معاويہ پنهنجي پٽ يزيد کي گهرايو پر پوءِ خبر پئي تہ يزيد تہ

اوڏانهن ويو ئي ناهي. معاويہ ڏاڍو پريشان ٿيو ۽ چيائين تہ نيڪ آهي، سياڻي ڪير بہ اچي توهان کي چوي پر توهان کي درياهہ تان پهرو ختم ناهي ڪرڻو. ڪنهن جي بہ ڳالهہ نہ مڃجو. پل ڪٽي مان پاڻ چو نہ اچان پر جنهن وٽ منهنجي هيءَ منڊي موجود هجي، ان جي ڳالهہ قبول ڪجو.

حجل معاويہ کان سخت حڪم ملڻ بعد اڳ کان بہ وڌيڪ سپاهي ساڻ ڪري درياهہ تي پهرو ڏيڻ لڳو ۽ دل ۾ سوچيائين تہ جيستائين حڪم ڏيندڙ کان امير معاويہ جي منڊي نہ وٺندس اوستائين ان جي ڳالهہ نہ مڃيندس. خير بئي ڏينهن بہ اميرالمؤمنين علي عليہ السلام مالڪ اشتر کي حڪم ڏنو تہ حجل کي وڃي چئو تہ علي عہ جو حڪم آهي تہ درياهہ تان پهرو ختم ڪر. مالڪ اشتر اهي لفظ اچي حجل کي چيا. هن پهرو ختم ڪيو. معاويہ کي خبر پئي تہ هن حجل کي گهرايو ۽ ان کان پهرو ختم ڪرڻ جو سبب پڇيائين. حجل معاويہ کي سندس منڊي ڏيکاري تہ معاويہ چيو، "بيشڪ اها منڊي منهنجي منڊيءَ جهڙي آهي ۽ يقينن علي عليہ السلام جي مڃيت مان هڪ مڃيت آهي."

# آل نوح ع جو هڪ سوال

ڪتاب علوي گهري ۾ روايت آهي ته يمن جي ماڻهن جي هڪ ٽولي حضرت محمد مصطفيٰ صلي الله عليہ وآلہ وسلم جن جي خدمت ۾ حاضر ٿي پاڻ سڳورن صلي الله عليہ وآلہ وسلم جن کي عرض ڪيو ته اسان آل نوح ع سان واسطو رکون ٿا. اسان جي نبيءَ جو هڪ وصي هو، جنهن جو نالو سام هو. هن پنهنجي ڪتاب ۾ لکيو آهي ته هر نبيءَ جو هڪ معجزو هوندو آهي ۽ ان جو هڪ وصي به هوندو آهي، جيڪو ان جو قائم مقام هوندو آهي، توهان جو وصي ڪير آهي؟ پاڻ سڳورن صلي الله عليہ وآلہ وسلم جن حضرت علي ع جن ڏانهن اشارو ڪيو. انهيءَ ٽولي عرض ڪيو ته يا محمد صلي الله عليہ وآلہ وسلم جيڪڏهن اسان علي ع سان اها خواهش ڪيون ته هو اسان کي سام بن نوح ع ڏيکاري ته ڇا هو ائين ڪري سگهي ٿو؟ پاڻ سڳورن صلي الله عليہ وآلہ وسلم جن فرمايو، "ها، الله جي حڪم سان ائين ٿي سگهي ٿو." ان کانپوءِ پاڻ سڳورن صلي الله عليہ وآلہ وسلم جن فرمايو، "اي علي ع هنن سان گڏ مسجد اندر وڃ ۽ محراب وٽ وڃي زمين تي زور سان پير هڻ." حضرت علي ع انهن ماڻهن کي ساڻ وٺي مسجد ۾ آيا ۽ ٻه رڪعت نماز پڙهي، نماز کان فارغ ٿيڻ بعد زمين تي زور سان پير هنيو. زمين ڦاٽي پئي. زمين جي اندران هڪ قبر ۽ پوءِ هڪ تابوت ظاهر ٿيو. تابوت جي اندران هڪ اهڙو بزرگ اٿي ويهي رهيو، جنهن جو چهرو چوڏهين رات جي چنڊ جيان چمڪي رهيو هو ۽ جيڪو پنهجي مٿي ۽ ڏاڙهيءَ جي وارن مان مٽي ڇنڊي رهيو هو. انهيءَ بزرگ خدا جي حڪم سان ڳالهايو. پهرين حضرت علي ع کي سلام ڪيائين ۽ پوءِ اشهد ڪلمو پڙهي چيائين ته، "مان سام بن نوح شاهدي ٿو ڏيان ته خدا کانسواءِ ٻيو ڪوبہ عبادت لائق ناهي، محمد صلي الله عليہ وآلہ وسلم الله جو رسول آهي ۽ رسولن جو سردار آهي. توهان علي ع آهيو، محمد

صلي الله عليہ وآلہٖ وسلم جن جا وصي آهيو، ۽ جيڪي سمورن وصيتن جا سردار آهن. مان نوح عہ جو پٽ سام بن نوح عہ آهيان." انهيءَ ٽولي جيّ ماڻهن پنهنجا ڪتاب کوليا ۽ انهن ۾ اهي ئي وصفون لکيل ڏٺائون، جيڪي ان بزرگ ۾ هيون. ان ڪانپوءِ انهن ماڻهن حضرت علي عہ کي چيو تہ، "اسان چاهيون ٿا تہ هيءُ بزرگ (سام عہ) پنهنجي صحيفن مان ڪا آيت تلاوت ڪري." سام هڪ پوري سورت انهن کي پڙهي ٻُڌائي ۽ ان ڪانپوءِ اکيون ٻوٽي وڃي پنهنجي تابوت ۾ سمهي رهيو. ڪجهہ ئي دير ۾ تابوت زمين اندر غائب ٿي ويو ۽ زمين هڪ جهڙي ٿي وئي. ان مان ظاهر ٿيندڙ قبر ۽ تابوت گم ٿي ويا. جڏهن انهن ماڻهن اهو معجزو اکين سان ڏٺو تہ اهي سڀ مسلمان ٿي ويا ۽ چيائون تہ، "بيشڪ الله جو رسول صلي الله عليہ وآلہٖ وسلم سچو آهي ۽ علي عہ ان جو وصي آهي."

# عصر جي نماز ۽ سج

اُصولِ ڪافي ۾ آهي تہ. جڏهن حضرت علي اميرالمؤمنين نهروان جي جنگ ڪان واپس ٿيا تہ اُن وقت تائين بغداد شهر جو اجان تائين بنياد نہ پيو هو. اتي پاڻ هڪ ماڳ تي نماز ادا فرمايائون. نماز پڙهڻ کانپوءِ پاڻ علي عليہ السلام جن انهيءَ ماڳ ڪان روانا ٿيا ۽ بابل جي سرزمين ۾ داخل ٿيا. انهيءَ وقت عصر جي نماز جو وقت ٿي چڪو هو. لشڪر جي ڪجهہ ماڻهن عرض ڪيو تہ نماز جو وقت ٿي چڪو آهي. هتي نماز ادا ڪرڻ مناسب آهي. جنهن جي موٽ ۾ پاڻ فرمايائون تہ هيءَ زمين ٽي ڀيرا اڳ ۾ تباهہ ٿي چڪي آهي ۽ چوٿون ڀيرو وري تباهہ ٿي وئي. مون لاءِ جائز ناهي تہ مان هن سرزمين تي نماز ادا ڪيان. توهان مان جيڪو چاهي سو هتي نماز پڙهي وٺي. لشڪر ۾ موجود ڪجهہ منافق ماڻهن اهو هُلايو تہ علي عہ پاڻ تہ نماز پڙهي ئي ڪونہ ٿو. پاڻ عہ صبر سان اها ڳالهہ ٻُڌندا رهيا.

جويريہ بن مرعبدي جو بيان آهي تہ مان حضرت علي عہ اميرالمؤمنين سان گڏ هئس ۽ مون اهو قسم ڪنيو هو تہ جيستائين اميرالمؤمنين نماز نہ ٿا پڙهن، ان وقت تائين مان بہ نماز نہ پڙهندس. پاڻ عليہ السلام بابل جي سرزمين کي پار ڪيو، ان وقت تائين سج لهي چڪو هو. آسمان تي ڳاڙهاڻ ظاهر ٿي چڪي هئي، ان وقت حضرت علي مون کي حڪم ڏنو تہ، "اي جويريہ، پاڻي ڪڻي اچ." مون پاڻيءَ جو ٿانوَ سندن خدمت ۾ پيش ڪيو. پاڻ وضو فرمايائون، پاڻ مون کي حڪم ڏنائون تہ اذان چئو. مون عرض ڪيو تہ، "يا اميرالمؤمنين! هاڻ تہ عشاءَ جو وقت ٿيڻ وارو آهي." پاڻ فرمايائون تہ، "عصر جي اذان چئو." مون اذان چئي. ان کان پوءِ چيائون، "تڪبير چئو." مان تڪبير چئي رهيو هئس جو ڏٺم تہ اميرالمؤمنين جا لب مبارڪ چُريا ۽ سندن زبان مبارڪ مان اهڙو ڪلام جاري ٿيو، جنهن کي مان نہ سمجهي

سگهيس. انهيءَ وچ ۾ سج پوئتي موٽيو ۽ آسمان تي اهڙي هنڌ اچي بيٺو جو ايئن پيو ڀانئجي تہ عصر جو وقت آهي. اهڙيءَ طرح مان ۽ منهنجن ساٿين حضرت علي ع جي اقتدا ۾ نماز ادا ڪئي. جڏهن حضرت جن نماز کان فارغ ٿيا تہ سج وري گم ٿي ويو ۽ رات جهڙو ماحول هر طرف ڇانئجي ويو. آسمان تي تارا نظر اچڻ لڳا. انهيءَ ڪانپوءِ وري اميرالمؤمنين علي ع مون سان مخاطب ٿيا ۽ فرمايائون تہ هاڻ عشاءَ جي اذان ڏيو.

# آزمائش

روايت آهي تہ، هڪ ڏينهن رسولِ خدا صلي الله عليہ وآلہ وسلم پنهنجن ڪجهہ اصحاب سڳورن سان گڏ ويٺا هئا. اصحابن عرض ڪيو تہ، "يا رسول الله صلي الله عليہ وآلہٖ وسلم، خدا حضرت ابراهيم ع کي خليل بڻايو، موسيٰ ع سان ڪلام ڪيائين عيسيٰ بن مريم ع کي معجزه عطا ڪيائين تہ هو مئلن کي جيئرو ڪندو هو. خداوند ڪريم توهان کي ڪهڙي خاص شيءِ عطا ڪئي آهي؟" پاڻ سڳورا صلي الله عليہ وآلہٖ وسلم جن اصحابن ڏانهن ڏسي مُرڪي پيا ۽ فرمايائون تہ، "جيڪڏهن خدا موسيٰ ع سان پردي ۾ رهي ڳالهايو آهي تہ مون سان روبرو گفتگو ڪئي آهي ۽ مان واحد آهيان جنهن پنهجي رب جي جلال ۽ جمال کي روبرو ڏٺو آهي ۽ جيڪڏهن حضرت عيسيٰ ع کي معجزو مليو تہ هو مئلن کي جيئاريندڙ هو تہ پوءِ مان بہ جڏهن چاهيان توهان جي مئلن کي جيئاري سگهان ٿو." اصحابن عرض ڪيو تہ، "اسان چاهيون ٿا تہ توهان اسان جي مئلن کي جيئاريو." پاڻ سڳورن صلي الله عليہ وآلہٖ وسلم جن حضرت علي ع ڏانهن ڏسي فرمايو تہ، "اي علي اٿ! ۽ اڄ اسان جي جاءِ تي تون وڃي هنن جي مئلن کي جيئار." ۽ پاڻ پنهنجن هٿن سان پنهنجي چادر علي ع جي ڪلهن تي وڌائون ۽ فرمايائون تہ، "هن سان گڏ قبرستان هليا وڃو ۽ اٿي علي ع جي پيروي ڪندا رهجو." اهريءَ طرح علي ع جي اڳواڻيءَ ۾ اصحاب انهيءَ خاص مقام تي پهتا، قبرستان ۾ داخل ٿي حضرت جن اهلِ قبور کي سلام ڪيو ۽ مُردن جي حق ۾ دعاءِ خير گهريائون ۽ پوءِ سندن زبان مان اهڙو ڪلام جاري ٿيو، زمين ۾ جڻ تہ زلزلو اچي ويو آهي. زمين ڦهلجڻ ۽ ڦاٽڻ شروع ڪيو هو. سمورا موجود ماڻهو اهو ڏسي گهبرائجي ويا ۽

سمورن اصحابن حضرت علي ع کي عرض ڪيو تہ، "بس هاڻ معاف ڪيو." پاڻ ع دعا پڙهڻ بند ڪري ڇڏيائون. ان کانپوءِ سمورا اصحاب رضہ پاڻ سڳورن صلي الله عليہ وآلہٖ وسلم جن جي خدمت ۾ حاضر ٿيا ۽ عرض ڪيائون تہ، "يا رسول الله صلي الله عليہ وآلہٖ وسلم! اسان کي بخش ڪري ڇڏيو." پاڻ سڳورن صلي الله عليہ وآلہٖ وسلم جن فرمايو تہ، "توهان خدا سان مقابلو ڪيو آهي، قيامت جي ڏينهن اهو ضرور توهان کان حساب وٺندو."

# نانگ سان گفتگو

حضرت امام جعفر صادق کان روايت آهي تہ معمول موجب اميرالمؤمنين علي عہ کوفي جي مسجد ۾ واعظ فرمائي رهيا هئا تہ اوچتو اميرالمؤمنين جي کن تي شور و غل جو آواز پيو. ماڻهو افراتفريءَ جي حالت ۾ هڪٻئي مٿان ڪري رهيا هئا. اها حالت ڏسي اميرالمؤمنين فرمايو، "اي لوڪو! توهان کي ڇا پيو ٿئي؟" ماڻهن عرض ڪيو تہ، "يا اميرالمؤمنين، هڪ تمام وڏو نانگ پيو اچي، جنهن ڪري ماڻهو پريشان آهن. اسان چاهيون ٿا تہ ان کي ماري ڇڏيون." پاڻ عليہ السلام جن فرمايو تہ، "اُن کي ڪجهہ نہ چئو، هيءُ هڪ ضرورت ڪٽي مون ڏانهن اچي رهيو آهي." ماڻهن نانگ لاءِ رستو ڇڏيو. نانگ هلندو منبر جي ويجهو پهتو ۽ پوءِ پنهنجو وات شيرِ خدا جي ڪن تي رکيائين ۽ ڪافي دير تائين مشڪل ڪشا نانگ جا سُرباٽ ٻُڌي هائوڪار ۾ ڪنڌ لوڏيندا رهيا، ۽ پوءِ نانگ جي زبان ۾ ئي ڪيس ڪو جواب ڏنائون، جيڪو اُتي موجود ماڻهن مان ڪوبہ انسان نہ سمجهي سگهيو. ان ڪانپوءِ نانگ انهيءَ راهہ سان واپس هليو ويو جتان هو آيو هو.

ماڻهن نانگ جي وڃڻ ڪانپوءِ اميرالمؤمنين عہ کان سوال ڪيو تہ اهو ڪير هو؟ پاڻ عليہ السلام جن فرمايو تہ، "هيءُ درجان بن مالڪ منهنجو ماتحت آهي ۽ هن کي اسان مسلمان جنن مٿان حڪمران مقرر ڪيو آهي. انهن جنن کي ڪجهہ مسئلن تي پاڻ ۾ اختلاف ٿي پيو آهي. اختلاف جي شدت سبب انهن نانگ کي سفارش لاءِ مون ڏانهن موڪليو هو تہ جيئن مان انهن جو مسئلو حل ڪيان ۽ مسئلي جو جواب حاصل ڪرڻ ڪانپوءِ واپس هو پنهجي دنيا ڏانهن موٽي ويو آهي."

# علي عليہ السلام جن سان بغض

اعمشق جو بيان آهي تہ، مان مسجد ۾ ويٺو هئس تہ ڏٺم تہ هڪ همراهہ جنهن نماز پڙهي، ان کانپوءِ خدا جي بارگاهہ ۾ ٻاڏائي دعا گهرڻ لڳو تہ اي منهنجا پالڻهار! منهنجو گناهہ تمام وڏو آهي ۽ تون بخشڻهار آهين ۽ تو کانسواءِ ٻيو ڪوبہ بخشڻ وارو ڪونهي، سو منهنجو گناهہ بخش ڪر. اهو همراهہ زمين تي مٿو رکي روئي رهيو هو ۽ پنهنجو گناهہ بخشرائي رهيو هو. مون سوچيو تہ هيءُ همراهہ سجدي مان اٿي تہ هن کان هن جو گناهہ پڇان. جڏهن ان همراهہ سجدي مان منهن مٿي ڪيو تہ مون ڏٺو تہ هن جو منهن ڪُتي جهڙو هو ۽ هن جي چهري تي ڪُتي جهڙا وار هئا. باقي بدن عام انسانن جهڙو هو. مون هن کان پڇيو تہ، "اي خدا جا ٻانها! آخر اهڙو ڪهڙو گناهہ آهي جو تو ڪيو آهي جنهن جي ڪري تنهجي صورت مسخ ٿي وئي آهي؟" هن جواب ڏنو تہ، "منهنجو گناهہ تمام وڏو آهي ۽ مان نہ ٿو چاهيان تہ ماڻهو منهنجو گناهہ ٻُڌن." جڏهن مون هن تي زور پريو تہ ان همراهہ ٻُڌايو تہ، "مان ناجيٰ هئس، مان حضرت علي بن ابي طالب ع سان دل ۾ بغض رکندو هئس ۽ انهيءَ بغض جو ظاهري طور تي بہ ڪڏهن ڪڏهن اظهار ڪندو هئس. هڪ ڏينهن بازار ۾ مان علي ع جي شان ۾ سرعام گستاخي ڪري رهيو هئس، ان وچ ۾ هڪ همراهہ منهنجي پرسان گذريو، ان چيو تہ جيڪڏهن تون اميرالمؤمنين ع بابت ڪوڙ ڳالهائي رهيو آهين تہ آخرت کان اڳ ۾ ئي خدا تنهنجو چهرو هن دنيا ۾ مسخ ڪري ڇڏيندو تہ جيئن دنيا ۾ تنهنجي بدنامي ٿئي ۽ ماڻهو تنهنجي انجام کي ڏسي عبرت حاصل ڪن. مون ان همراهہ جي لفظن جي ڪا پرواهہ نہ ڪئي ۽ پنهنجي گهر روانو ٿي ويس. رات تي تہ سمهي رهيس، صبح جو جڏهن اٿيس تہ منهنجي شڪل ۽ وات ڪُتي جهڙا ٿي چڪا هئا. هاڻ مون کي پنهنجي ڪيئي تي ڏک ٿيو ۽ مان پڇتايان ٿو تہ مون ڪيڏو وڏو گناهہ ڪيو آهي، جنهن ڪري هاڻ خدا جي بارگاهہ ۾ معافي ۽ بخشش جو طلبگار آهيان."

اعمشق جو بيان آهي تہ جڏهن مون اهو واقعو ماڻهن کي ٻُڌايو تہ هن ڳالهہ کي مڃڻ وارا گهٽ ۽ ڪوڙ سمجهڻ وارا وڌيڪ آهن.

# هڪ اهم انڪشاف

حضرت علي امير المؤمنين ڪوفي ۾ پنهنجي خلافت واري دؤر ۾ هڪ صبح جو نماز ڪان فارغ ٿيا تہ هڪ ماڻهوءَ کي چيائون تہ فلاڻي جاءِ تي هڪ مسجد آهي، انهيءَ جي ويجهو هڪ گهر آهي، جنهن ۾ هڪ مرد ۽ عورت پاڻ ۾ وڙهي رهيا آهن. انهن ٻنهي کي هيڏانهن وٺي اچ. اهو همراهہ ٻڌايل گهر وٽ آيو ۽ اميرالمؤمنين جي حڪم موجب مرد ۽ عورت کي پڙهندي ڏنائين. انهن کي چيائين تہ، "توهان ٻنهي کي اميرالمؤمنين گهرايو آهي." ٻئي ڄڻا اميرالمؤمنين جي خدمت ۾ حاضر ٿيا. اميرالمؤمنين انهن کي چيو تہ، "اڄ رات توهان ٻنهي ۾ سخت جهيڙو ٿيو آهي." انهيءَ نوجوان ٻڌايو تہ، "يا اميرالمؤمنين، مان هن عورت سان نڪاح ڪري آيو آهيان ۽ رات جو جڏهن مان قربت جي خيال کان هن جي ويجهو ويس تہ الائي ڇو منهنجي دل ۾ هن جي خلاف سخت نفرت پيدا ٿي ۽ ان وقت کان وٺي اسان ٻنهي ۾ مسلسل جهيڙو هلي رهيو آهي. مان هن کي گهران ڪڍي ڇڏيان ها پر اوچتو توهان جو حڪم پهتو ۽ هتي حاضر ٿيا آهيو." پاڻ عليہ السلام جن مسجد ۾ موجود ٻين ماڻهن کي چيو، "ڪجهہ ڳالهيون اهڙيون آهن جيڪي پردي ۾ رهڻ گهرجن." جنهن تي ٻيا ماڻهو هليا ويا ۽ رڳو آهي مرد عورت وڃي بچيا. ماڻهن جي وڃڻ ڪانپوءِ اميرالمؤمنين عليہ السلام فرمايو، "اي عورت! تون هن جوان کي سڃاڻين ٿي؟" عورت عرض ڪيو تہ، "نہ سائين." فرمايائون، "مان توکي ٻڌايان ٿو پر تون بہ پوءِ حقيقت ۽ سچائيءَ کي نہ لڪائجانءِ." عورت عرض ڪيو تہ، "مان بلڪل سچ جي واٽ وٺنديس." اميرالمؤمنين فرمايو تہ، "تون فلاڻي بنتِ فلاڻي آهين، تون فلاڻي عورت جي ڏيءُ آهين، تنهنجو هڪ سئوٽ هو، توهان ٻنهي ۾ ڏاڍي محبت هئي. هڪ رات جو تون حاجت لاءِ ٻاهر وئينءَ، اتي توکي اهو سئوٽ مليو ۽ هن تنهنجي راضپي سان توسان ميلاپ ڪيو ۽

ان رات تون حاملہ ٿي وئينءَ. اهو راز تو ٻين کان لڪايو پر ماءُ کي سڀ ڪجهہ ٻُڌائي ڇڏيئي. جڏهن حمل جو وقت ويجهو آيو تہ رات جو تنهنجي ماءُ توکي گهر کان ٻاهر وٺي وئي، جتي تو هڪ پُٽ کي جنم ڏنو. تنهنجي ماءُ ٻار کي ڪپڙي ۾ ويڙهي هڪ گند جي ڍير تي رکيو تہ اوچتو هڪ ڪُتو آيو ۽ ڇوڪري کي سونگهڻ شروع ڪيو تہ تو ڪُتي کي ڀڄائڻ لاءِ هڪ پٿر ُهنيو. جيڪو ڪتي کي لڳڻ بدران ٻار جي پيشانيءَ تي لڳو ۽ اُن جي نرڙ مان رت وهڻ لڳو. تنهنجي ماءُ ٻار جي مٿي تي پٽي ٻڌي ۽ ان کي جهنگ ۾ ڇڏي آئي، جتان هڪ قافلو گذريو، جنهن ان ٻار کي پاڻ سان ڪنيو. ان ڪانپوءِ جي احوال جي توکي ڪا خبر ڪانهي." عورت اعتراف ڪيو تہ، "ها، باقي جي مون کي خبر ڪانهي." "جن قافلي وارن ٻار کي ڪنيو هو، انهن مان هڪ خاندان ڪوفي ۾ ترسي پيو ۽ ٻار کي انهن پاليو. اهو ٻار جوان ٿيو ۽ اڄ ان جو نڪاح توسان ڪيو ويو آهي." پاڻ جوان کي چيائون تہ ، "مٿي تان پڳ لاهہ." ان پڳ لاٿي تہ پٿر جي ڌڪ جو نشان واضح ۽ چٽو بينو هو. اميرالمؤمنين ان عورت کي فرمايو، "اي عورت، هيءُ نوجوان ئي تنهنجو پٽ آهي، جنهن سان تنهنجو نڪاح پڙهايو ويو آهي، تون خدا جو شڪريو ادا ڪر، خدا توکي حرام کان محفوظ رکيو. هاڻ هن نوجوان کي پٽ سمجهي پاڻ وٽ رهاءِ."

# جنگ نهروان لاءِ پيشن گوئي

عام توڙي خاص ڪتابن ۾ هيءَ روايت موجود آهي ۽ جندي بن عبدالله ڪان روايت آهي تہ مان جنگ جمل ۽ صفين جي وقت اميرالمؤمنين حضرت علي عہ سان گڏ هئس ۽ ڪڏهن بہ مون کي اهو شڪ نہ پيو تہ ڪو حق اسان سان گڏ ناهي پر جڏهن نهروان جي جنگ ۾ شامل ٿيس، دل ۾ خيال آيو تہ سامهون مخالف ماڻهو سڀ اسان جا پنهجا آهن. انهن کي قتل ڪرڻ انتهائي ڏکيو ۽ مشڪل هوندو. صبح جو سوير پاڻيءَ جو لوٽو کڻي لشڪر کان ٻاهر آيس، زمين ۾ نيزو کوڙي ڍال ان تي رکيم ۽ ڍال جي ڇانوَ ۾ ويهي سوچي رهيو هئس، ايتري ۾ حضرت علي عہ تشريف فرما ٿيا. ان وقت سندن چهرو سج جيان روشن ۽ چمڪندڙ هو. مون کان پڇيائون تہ تو وٽ پاڻي آهي؟ مون پاڻيءَ وارو لوٽو اڳيان ڪيو. پاڻ عليہ السلام هڪ پاسي روانا ٿيا، ايترو اڳتي ويا جو نظرن کان گم ٿي ويا. ڪجهہ دير ڪانپوءِ واپس آيا. وضو ڪيائون ۽ ڍال جي ڇانوَ ۾ ويهي رهيا. ڪجهہ دير ڪانپوءِ هڪ گهوڙي سوار آيو ۽ شير خدا عہ سان اچي مليو ۽ عرض ڪيائين، "يا اميرالمؤمنين! مخالف نهروان کان اڳتي نڪري درياهہ پار ڪري چڪا آهن." پاڻ عہ فرمايائون تہ، "غلط آهي، اهي اجا اڳتي ناهن نڪتا."

سوار عرض ڪيو، "خدا جو قسم، جيستائين انهن درياهہ پار نہ ڪيو هو مان هيڏانهن نہ ٿي آيس." پاڻ فرمايائون، "اهو قطعي ڪوڙ آهي، ڇاڪاڻ تہ انهن جي قتل ٿيڻ جي جاءِ هيءَ آهي. انهن مان رڳو ڏهن کان بہ گهٽ ماڻهو بچي سگهندا ۽ منهنجي لشڪر مان ڏهہ ماڻهو شهيد ٿيندا." ايترو چئي پاڻ عہ اٿي بيٺا. مون دل ۾ سوچيو تہ خدا جو شڪر آهي جو اميرالمؤمنين جو حال ڇاڻڻ لاءِ ساهمي هٿ اچي وئي ۽ مون دل ۾ واعدو ڪيو تہ جيڪڏهن مخالف نهروان کان اڳتي نڪري چڪا هوندا تہ پوءِ پهريون شخص مان هوندس، جيڪو اميرالمؤمنين

سان گڏ مقابلو ڪندو، نہ تہ لشڪر سان گڏ بهادريءَ جا جوهر ڏيکاريندي شهيد ٿيندس. جڏهن مان لشڪر گاهہ ۾ پهتس تہ ڏٺم مخالفن جا نشان جتي هئا جيئن جو تيئن موجود هئا ۽ آهي هڪ قدم بہ اڳتي نہ وڌيا هئا. ايتري ۾ اميرالمؤمنين منهنجي پُٺي ٿپيندي چيو، "هاڻ تہ توتي حقيقت ظاهر ٿي وئي؟" مون عرض ڪيو تہ، "بيشڪ." اميرالمؤمنين فرمايو تہ، "هاڻ تون پنهجي ڪم ڪي لڳي وڃ. هن جنگ ۾ تون هڪڙ ڪي قتل ڪندي ۽ ٻئي سان مقابلو ڪندي رهجي ويندين." ۽ اميرالمؤمنين جي ارشاد موجب ايئن ئي ٿيو. جنگ ۾ مون هڪ ڄڻي کي تلوار جي زوردار ضرب سان قتل ڪيو ۽ ٻئي سان مقابلو ڪري رهيو هئس تہ ان جو اهڙو تلوار جو وار لڳو جو مان بي هوش ٿي ڪري پيس. جڏهن هوش آيو تہ ڏٺم جنگ ختم ٿي چڪي هئي، ۽ ڏٺم تہ واقعي اميرالمؤمنين جي حڪم موجب اسان جي لشڪر جا نوَ ماڻهو شهيد ٿيا هئا ۽ مخالفن جا بہ صرف نوَ ماڻهو زندهہ هئا، باقي سمورا مارجي چڪا هئا.

# امير معاويہ ۽ موت

ڪيترن ئي ڪتابن ۾ لکيل آهي تہ هڪ ڏينهن امير معاويہ پنهنجي دربار ۾ ويٺل هو تہ اُن موجود حاضرين سان مخاطب ٿي چيو. "اها خبر ڪيئن پوي تہ اڳ ۾ مان مرندس يا اميرالمؤمنين علي عليہ السلام رحلت فرمائيندا." موجود ماڻهن انهيءَ سوال جي جواب بابت بي وسيءَ جو اظهار ڪيو تہ اهو ڄاڻڻ انهن جي وس ۾ ناهي.

معاويہ چيو تہ. "اها ڳالهہ علي عليہ السلام ئي ڄاڻي سگهي ٿو. ڇاڪاڻ تہ پاڻ ع هميشہ حق جي ڳالهہ ئي ڪندا آهن." معاويہ اهو ڄاڻڻ لاءِ هڪ ترڪ سوچي ۽ ٽن بااعتماد ماڻهن کي گهرائي چيائين تہ. "توهان ٽئي ڄڻا ڪوفي جو سفر ڪيو ۽ ڪوفي ۾ الڳ الڳ رستن ۽ الڳ الڳ وقت تي داخل ٿي اهو مشهور ڪيو تہ معاويہ مري ويو پر هڪ ڳالهہ ساڳي ڪجو. جنهن ۾ منهنجي بيماري، موت جو وقت، غسل ۽ ڪفن دفن جو وقت هڪ ئي ٻڌائجو." معاويہ انهن ٽنهي کي چڱيءَ طرح سمجهائي انتهائي رازداريءَ سان ڪوفي ڏانهن روانو ڪيو. اُهي ٽئي ڄڻا جڏهن ڪوفي ۾ پهتا تہ ڪوفي وارن انهن کان شام جي حالتن بابت حال احوال پڇيو. انهن ٽنهي ڄڻن واري واري سان اڇي امير معاويہ جي موت جي خبر ٻڌائي. جڏهن اها ڳالهہ حضرت علي عليہ السلام تائين پهتي پر انهيءَ خبر تي اميرالمؤمنين ع ڪا توجهہ نہ ڏني. ماڻهن حضرت علي ع کي چيو تہ، "ٽي ماڻهو الڳ الڳ رستن کان آيا آهن ۽ اُنهن معاويہ جي موت جي خبر ڏني آهي ۽ ٽن ماڻهن جي چوڻ سان ان ڳالهہ تي ويساهہ ويهي ٿو. ۽ اها حقيقت آهي تہ معاويہ مري چڪو آهي." اميرالمؤمنين حاضرين محفل کي چيو تہ، "معاويہ ان وقت تائين نہ مرندو جيستائين هيءَ ڏاڙهي رت ۾ رنگين نہ ٿيندي. معاويہ ان ماءُ جو پٽ آهي جنهن سيدالشهداءَ جو جگر انتهائي شوق سان ڳولي جنگ اُحد ۾ چٻاڙيو هو." علي عليہ السلام جو جواب ٻڌي معاويہ جا اُهي ٽئي ماڻهو شام موٽي آيا ۽ معاويہ کي اڇي اميرالمؤمنين جا لفظ ٻڌايائون. معاويہ اها خوشخبري ٻڌي ڏاڍو خوش ٿيو تہ هو دير سان مرندو.

# رشيد هجري جي شهادت

حضرت علي عليہ السلام جن ڪوفي ۾ پنهنجن دوستن جي هڪ جماعت سان گڏ نخلستان ۾ هڪ وڻ جي هيٺان ويهي خرمو کائي رهيا هئا. رشيد هجري اميرالمؤمنين کي عرض ڪيو تہ، "ڪهڙو نہ سٺو ۽ لذيذ خرمو آهي." پاڻ عليہ السلام فرمايو تہ، "منهنجي وفات کانپوءِ توکي هن وڻ جي ڪانيءَ تي ڦاهيءَ تي چاڙهيو ويندو."

رشيد هجريءَ جو بيان آهي تہ مان جناب اميرالمؤمنين عہ جي وفات کانپوءِ روزانو انهيءَ وڻ کي پاڻي ڏيندو هئس تہ جيئن اهو وڻ سائو ستابو رهي، سُڪي نہ وڃي پر هڪ ڏينهن آيس تہ ڏٺم اهو وڻ مُرجهائجي چڪو آهي ۽ سُڪڻ لڳو آهي. هڪ ڏينهن آيس تہ انهيءَ سُڪل وڻ جو مٿيون اڌ ٿُڙ ڪو ڪپي ڪٽي ويو هو، باقي اڌ ٿُڙ کي ڪٽي کوهہ جو چرخو ناهيو ويو هو. هڪ ڏينهن اوچتو هڪ همراهہ مون وٽ آيو ۽ چيائين تہ، "امير عبدالله توکي دربار ۾ سڏايو آهي." جڏهن مان ان جي محل جي دروازي تي پهتس تہ ڏٺم تہ وڻ جو اڌ ڪپيل ٿُڙ محل جي دروازي تي پيو هو. مون ان کي لت هڻي چيو تہ، "مون کي هتي تو لاءِ آندو ويو آهي." نيٺ مون کي ابن زياد جي دربار ۾ پيش ڪيو ويو. ان دربار ۾ مون کي حڪم ڏنو تہ حضرت علي عہ ابن ابي طالب جا ڪوڙ بيان ڪر." مون هن کي جواب ڏنو تہ، "خدا جو قسم! حضرت علي عہ ڪڏهن بہ ڪوڙ نہ ڳالهايو هو." اهو ٻُڌي ابن زياد ڪاوڙ ۾ اچي ويو، مون هن کي اهو بہ ٻُڌايو تہ هن مون کي منهنجي موت جي بشارت بہ ڏني هئي ۽ مون هن سان سمورو واقعو بيان ڪيو.

انهيءَ تي ابن زياد چيو تہ، "مان علي عہ جي ڳالهہ کي غلط ثابت ڪري ڏيکاريندس، تنهجا هٿ پير ڪٽي، توکي زندهہ ڇڏي ڏيندس تہ جيئن علي عہ جو ڪوڙ ثابت ٿي سگهي." مون چيو، "مشڪلِ ڪشا ڪڏهن بہ ڪا غلط ڳالهہ ناهي ڪئي." نيٺ انهيءَ مردود جي حڪم

سان رشيد هجريءَ جا هٿ پير ڪٽيا ويا. پاڻ انهيءَ حال ۾ اهل بيت جو شان بيان ڪندو رهيو ۽ ماڻهن کي چوندو هو تہ. "منهنجون ڳالهيون لکي ۽ ٻڌي وٺو. ان کان اڳ جو منهجي زبان کي ڪٽيو وڃي." ابن زياد کي جڏهن خبر پئي تہ رشيد هجري رضہ اجا تائين اهل بيت جو شان بيان ڪري رهيو آهي تہ هن حڪم ڏنو تہ رشيد هجري رضہ جي زبان کي ڪٽيو وڃي ۽ ايئن جڏهن رشيد هجري رضہ جي زبان کي ڪٽيو ويو تہ هن شهادت ماڻي ۽ اميرالمؤمنين جي پيشن گوئي صحيح ثابت ٿي."

# هڪ اشاري سان

هڪ سال فرات نديءَ ۾ وڏي ٻوڏ آئي، جنهن ڪري اهلِ ڪوفہ جا فصل تباهہ ۽ برباد ٿي رهيا هئا. ڪوفي وارن جي هڪ جماعت اميرالمؤمنين عليہ السلام جي دربار ۾ آئي ۽ عرض ڪيائون تہ، "درياهہ جي ٻوڏ سبب اسان جا گهر ۽ فصل تباهہ ٿي رهيا آهن. دعا ڪريو تہ ٻوڏ جو زور گهٽجي."

پاڻ عليہ السلام اٿيا، گهر اندر ويا، ڪجهہ دير بعد ٻاهر آيا تہ خرقئہ رسول الله صہ پاتل هو، سندن چهرو مبارڪ روشن سج جيان چمڪي رهيو هو. پاڻ عليہ السلام گهوڙي تي سوار ٿيا، حَسن عہ ۽ حُسين عہ بہ ساڻ هئا. ماڻهن جي هجوم سان گڏ فرات نديءَ وٽ پهتا. هٿ ۾ جهليل عصا سان فرات نديءَ جي پاڻيءَ ڪي پوئتي هٽڻ جو اشارو ڪيائون تہ پاڻي هڪ دم پوئتي هٽي ويو. ماڻهن کان پڇيائون تہ، "ايترو ڪافي آهي؟" ماڻهن عرض ڪيو تہ، "نہ، اجان ڪجهہ گهٽ ٿئي." وري پاڻ عہ عصا سان پاڻيءَ کي اشارو ڪيائون. پاڻي هڪ گز ٻيو بہ پوئتي هٽيو. ماڻهن چيو، "اجان ڪجهہ گهٽ ٿئي." پاڻ وري پاڻيءَ کي اشارو ڪيو تہ هن ڀيري بہ پاڻي هڪ گز گهٽ ٿيو. نيٺ ماڻهن چيو، "بس اميرالمؤمنين هاڻي پاڻي صحيح جاءِ تي آهي."

# علي ع جو حڪم ۽ وڻ

حضرت علي ع اميرالمؤمنين جنگِ صفين تي وڃي رهيا هئا تہ، رستي ۾ هڪ جهنگ ۾ قيام ڪيائون. پاڻ ع طهارت لاءِ وڃڻ جو ارادو ڪيو تہ منافقن جي هڪ جماعت چيو، "اچو تہ پاڻ ع کي ڏسون." حضرت علي ع کي سندن باطني صفائي سبب انهن جي ناپاڪ ارادن جي خبر پئجي وئي. ان جڳهہ تي بہ وڻ هئا، انهن ٻنهي جي وچ ۾ هڪ فرلانگ جو فاصلو هو. پاڻ ع پنهنجي دادلي غلام قنبر کي فرمايو، "انهن ٻنهي وڻن وٽ وڃ ۽ انهن کي چئو تہ علي ع حڪم ڏئي ٿو تہ ٻئي وڻ پاڻ ۾ ملي وڃو." غلام قنبر پاڻ ع جو حڪم انهن وڻن کي ڏنو. ٻئي وڻ پنهنجي جاءِ تان هٽي هڪٻئي سان ايتري تائين جُڙي ويا جو پاڻ ع لاءِ پردو ٺهي ويو. پوءِ پاڻ ع فرمايو، "مون کي انهن وڻن جي پردن جي ضرورت ناهي. وڻ پنهنجي پنهنجي جاءِ تي وڃن." ٻئي وڻ پاڻ ع حڪم سان پنهنجي پنهنجي جاءِ تي هليا ويا. حضرت علي ع اميرالمؤمنين ريگستان ۾ وڃي ويهي رهيا، جڏهن منافق پاڻ ع طرف ڏسڻ جو ارادو ڪن تہ انڌا ٿي وڃن ۽ جڏهن مُنهن ٻئي طرف ڦيرين تہ ٺيڪ ٿي وڃن. ايستائين جو اميرالمؤمنين پنهنجي عمل مان فارغ ٿي ويا.

# ڏاڙهونءَ جو خشڪ وڻ

هڪ ڏينهن اميرالمؤمنين حضرت علي عليه السلام هڪ خشڪ ڏاڙهونءَ جي وڻ هيٺان ويٺا هئا. پاڻ سان گڏ ڪوڙ سارا دوست به هئا، پاڻ ع انهن کي مخاطب ٿي فرمايائون، "اڄ مان توهان کي پنهنجي هڪ نشاني ڏيندس." حاضرين چيو، "نيڪ آهي." پاڻ عليه السلام انهن کي چيو، "وڻ کي غور سان ڏسندا رهو." ڏسندڙن ڏٺو ته اهو خشڪ وڻ آهستي آهستي سرسبز ٿيڻ لڳو، انهيءَ ۾ گل ۽ ميوا نڪري آيا. ماڻهن چيو ته، "اهڙو وڻ اڄ تائين ناهي ڏٺو ۽ نه ئي اهڙا گل ۽ ميوا ڏٺا اٿئون." پاڻ فرمايائون ته، "توهان سڀ واري واري سان هن مان هڪ هڪ ڏاڙهون ٽوڙيو." سيني حڪم موجب ڏاڙهون ٽوڙڻ شروع ڪيا. ڪجه ماڻهن ته ڏاڙهون ٽوڙيا ۽ ڪجه اهڙا هئا جن ٽاريءَ ڏانهن هٿ وڌايو ته اها ٽاري انهن کان پري ٿي پئي وئي.

ماڻهن حيرت مان اميرالمؤمنين کان سوال ڪيو ته، "ايئن ڇو آهي؟ ڪجه ماڻهن ته ميوا حاصل ڪيا ۽ ڪجه ماڻهن کان وڻ جون ٽاريون به پري ٿي وڃن پيون؟"

پاڻ عليه السلام فرمايو، "ڪجه ته منهنجا سچا محب آهن ۽ دل سان مون کي چاهن ٿا، انهن کي ته ميوو حاصل ٿيو پر ڪجه منافق آهن، دل ۾ دشمني رکن ٿا، انهن کان وڻ جون ٽاريون به پري ٿي پيون. ۽ قيامت جي ڏينهن به ايئن ئي ٿيندو، جيڪي منهنجا چاهيندڙ هوندا، مون سان گڏ جنت ۾ هوندا ۽ جنهن شيءِ جي خواهش ڪندا، اها شيءِ پاڻ انهن ڏانهن هلي ايندي ۽ منهنجا دشمن جنت جي شين کان هميشه محروم رهندا."

# ڪوفي کان مديني تائين

هبير ع بن عبدالرحمان جو بيان آهي تہ هڪ ڏينهن ڪوفي ۾ مان اميرالمؤمنين حضرت علي ع جي دربار ۾ حاضر هئس، مون کي ڏسي پاڻ فرمايائون تہ، "اي هبيره! تنهنجي دل پنهنجي اهل عيال سان ملڻ لاءِ مديني ڏانهن وڃڻ تي چاهي." مون عرض ڪيو تہ، "يا اميرالمؤمنين! اهو سچ آهي." پاڻ فرمايائون، "عشاءَ جي نماز کانپوءِ منهنجي گهر جي ڇت تي اچي وڃجانءِ." مان عشاءَ جي نماز پڙهي اميرالمؤمنين جي گهر جي ڇت تي پهچي ويس. پاڻ عليہ السلام مون کي ڏسي فرمايائون، "اکيون بند ڪر." مون پنهنجون اکيون بند ڪيون. وري مون کي فرمايائون، "هاڻ اکيون کول." جڏهن مون اکيون کوليون تہ ڏٺم تہ مان پنهنجيي گهر جي ڇت تي مديني ۾ بيٺو آهيان. پاڻ ع مون کي فرمايائون، "وڃ خاندان سان ملي مون وٽ هليو اچ." مان گهروارن سان ملي واپس پنهنجي گهر جي ڇت تي آيس تہ اميرالمؤمنين عليہ السلام فرمايو، "هاڻ اکيون بند ڪر." جڏهن ٻيهر اکيون کوليم تہ پنهنجو پاڻ کي ڪوفي ۾ جناب اميرالمؤمنين جي گهر جي ڇت تي ڏٺم. پاڻ ع مون کي فرمايائون تہ، "اي هبير ع! ماڻهو چون ٿا تہ هڪ جادوگرياڻي عورت هڪ رات ۾ عراق کان هندوستان جادوءَ جي زور تي پهچي ويندي هئي. ان کانسواءِ آصف برقيا وٽ هڪ ڪتاب هو، جنهن جي علم جي زور تي هن اک ڇنڀ ۾ ملڪ سبا بلقيس جو تخت حضرت سليمان جي دربار ۾ حاضر ڪيو هو تہ پوءِ مان تہ پيغمبر خدا جو وصي آهيان ۽ مون وٽ خدا جي چئن ڪتابن جو علم آهي تہ پوءِ مان پلا ڪيئن نہ اهڙين ڳالهين جو مالڪ هوندس، جيڪي ڪافرن وٽ جادوءَ جي زور تي هيون؟ خدا اسان کي ايترو علم ڏنو آهي جو پنهنجي خواهش کي پاڻ پورو ڪري سگهون.

# پٿر مان موتي

حضرت علي عليہ السلام هڪ ڏينهن پنهنجن ساٿين سان ڪوفي جي مسجد ۾ تشريف فرما ٿيا. اتي هڪ همراهہ آيو ۽ چيائين، "مون کي سخت حيرت آهي تہ دنيا ڀين ماڻهن وٽ تہ آهي پر علي عہ وٽ ناهي." حضرت علي عہ ان همراهہ کي مخاطب ٿي فرمايو، "شايد توکي اهو گمان آهي تہ اسان دنيا جي دولت جا گهرجائو آهيون ۽ اها اسان کي نہ ٿي ملي." پاڻ زمين تان ننڍڙا ننڍڙا پٿر کڻي مُٺ ۾ بند ڪري هٿ کوليائون تہ اهي پٿر قيمتي موتين ۾ تبديل ٿي چڪا هئا." انهيءَ کانپوءِ پاڻ فرمايائون تہ، "جيڪڏهن اسان دولت چاهيون ها تہ اسان وٽ سون ۽ چانديءَ جا ڍير هجن ها پر سون ۽ چاندي اسان لاءِ پٿرن وانگر آهي." پاڻ هٿ ۾ جهليل موتين کي پٽ تي اڇلايائون تہ اهي اڳ جيان ننڍڙا ننڍڙا پٿر بڻجي ويا.

## يهودين جي مشڪري

شيخ فريد گنج شڪر رح ڪتاب "راحت القلوب" ۾ ڪتاب ڪوڪب دريءَ جي حوالي سان لکيو آهي تہ. "هڪ ڏينهن ڪجھہ يهودي هڪ فقير کي پڪڙي آيا ۽ ان کي چيائون، "هو سامهون شاهہ مردان شيرِ يزدان اچي پيو، انهيءَ کان وڃي خيرات ۾ ڪجھہ گهُر...." اهو فقير حضرت علي عہ وٽ آيو ۽ پنهنجي ضرورت بيان ڪيائين. پاڻ عليہ السلام پنهنجي لباس اندر ڪجھہ ڳوليائون پر ان وقت سائل کي ڏيڻ لاءِ وٽن ڪجھہ بہ نہ هو پر پنهنجي باطني روشنيءَ سبب سمجهي ويا تہ انهيءَ فقير کي آزمائش لاءِ يهودين موڪليو آهي، سو فقير کي چيائون تہ، "تون پنهنجي ساڄي هٿ جي مُٺ بند ڪر ۽ ان کي گهر تائين کولجانءِ نہ..." پوءِ پاڻ درود پاڪ ڏهہ ڀيرا پڙهي فقير جي بند هٿ تي شوڪاريائون ۽ ان کي وڃڻ جي اجازت ڏنائون. جڏهن اهو فقير يهودين وٽ آيو تہ يهودين ان کان پڇيو، "توکي شاهہ مردان وٽان ڇا مليو؟" فقير چيو، "بظاهر تہ ڪجھہ ناهي مليو، باقي بند مُٺ تي درود پاڪ پڙهيو اٿائين." يهودين چيو، "اها بند مُٺ تہ کول." فقير جيئن ئي مُٺ کولي تہ يهودي حيران ٿي ويا. فقير جي هٿ تريءَ تي ڳاڙهي رنگ جا چمڪندڙ ڏهہ دينار هئا. مشڪل ڪشا جي اها ڪرامت ڏسي آهي يهودي متاثر ٿيا ۽ يڪدم پنهنجي خاندان سميت ڪلمو پڙهي مسلمان ٿي ويا.

# قاتل ڪير آهي؟

زهرت الرياض ۽ احسن الڪبار ۾ مثيم تمار رضہ کان روايت آهي، جنهن کي ڪوڪب دري صفحي 368 جي حوالي سان لکيو ويو وڃي، تہ هڪ ڏينهن مان اميرالمؤمنين جي خدمت ۾ حاضر ٿيوس، پاڻ عہ سان گڏ اصحابين جي جماعت بہ موجود هئي جو اوچتو هڪ ماڻهو ڦڪي رنگ جو عمامو مٿي تي ٻڌي پاسي ۾ تلوار لڳائي حاضر ٿيو ۽ بلند آواز ۾ چوڻ لڳو تہ توهان مان ڪير آهي جيڪو سڄي عمر ۾ جنگ جي ميدان مان ڪڏهن ڀڳو نہ هجي، پنهنجي بهادريءَ سان دشمنن کي زير ڪيو هجي، جنهن جي ولادت بيت الله ۾ ٿي هجي، جيڪو اخلاق ۽ وصفن ۾ ڪمال کي پهتو هجي، جيڪو سمورين جنگين ۾ محمد مصطفيٰ صہ جو حامي ۽ مددگار رهيو هجي، عرب جي مشهور سورمي عمرو بن عبدو ۽ مرحب کي قتل ڪيو هجي؟ ڪير آهي جنهن خيبر جي دروازي کي هڪ حملي ۾ اکيڙيو." اميرالمؤمنين عہ ان ماڻهوءَ جون ڳالهيون ٻڌيون ۽ فرمايو، "اي سعيد بن افضل آهو ماڻهو مان آهيان، پڇ جيڪو ڪجهہ مون کان پڇڻ چاهين ٿو، مان ئي آهيان يتيمن، قيدين ۽ زخمي دلين جو مرهم، مان ئي آهيان اهو ماڻهو جنهن جون وصفون توريت، انجيل، زبور ۽ فرقان ۾ لکيل آهن." ان شخص چيو، "اسان کي خبر آهي تہ تون ئي رسول خدا صہ جو وصي ۽ الله جي ولين جو پيشوا آهين ۽ سيدالرسلين کانپوءِ زمين ۽ آسمان جي حڪومت تنهنجي لاءِ آهي." فرمايائون، "ها، ايئن ئي آهي." پاڻ عہ فرمايو، "سوال ڪر، جيڪو تنهنجي دل چوي." اعرابي پاڻ عہ جي خدمت ۾ عرض ڪيو، "مان سٺ هزار مُردن طرفان جن کي عقيمہ چون ٿا نائب بڻجي آيو آهيان ۽ هڪ مُردو ڪٺي آيو آهيان، جنهن جي قتل بابت تڪرار آهي، جيڪڏهن توهان ان مُردي کي زندهہ ڪري ڏيکاريو تہ اسان کي تحقيقي طور تي خبر پئجي وڃي تہ رسول خدا صہ جو وصي

پنهنجي دعويٰ ۾ سچو آهي." ابن مثيم رضہ بيان ڪن ٿا تہ حضرت علي عہ اميرالمؤمنين مون سان مخاطب ٿي فرمايو، "ڪوفي جي ڪُنڊ ڪڙڇ ۾ اعلان ڪيو وڃي تہ جيڪو بہ علي ابن ابي طالب جي ڪرامتن، جيڪي حق تعاليٰ کين عطا ڪيون آهن انهن جو مشاهدو ڪرڻ چاهي ٿو تہ اُهو ڪُل نجف ۾ وڃي حاضر ٿئي." ابن مثيم رضہ بيان ڪن ٿا تہ مون پاڻ عہ جي حڪم مطابق ڪوفي ۾ اعلان ڪري ڇڏيو. ٻئي ڏينهن صبح جي نماز کان فارغ ٿي جهنگ طرف متوجہ ٿيا. ڪوفي وارا پاڻ عہ جي پويان هئا. جڏهن پاڻ مقرر جاءِ تي پهتا تہ ان اعرابي کي فرمايو، "ان جنازي کي حاضر ڪيو وڃي." پاڻ عہ جي سامهون جناز آندو ويو، ڪپڙو هٽائي ڏٺائون تہ هڪ جوان آهي، جيڪو تلوارن سان ٽڪرا ٽڪرا ڪيو ويو آهي. پاڻ عہ ان اعرابي کي فرمايو، "هن جوان کي قتل ٿئي ڪيترا ڏينهن گذريا آهن؟" اعرابي عرض ڪيو، "ايڪيتاليهہ ڏينهن ٿي چڪا آهن." پاڻ عہ فرمايو، "هن جي خون جا طالب ڪير آهن؟" اعرابي عرض ڪيو، "قوم جا پنجاهہ ماڻهو هن جي خون جا طالب آهن." اميرالمؤمنين فرمايو، "هن کي هن جي چاچي قتل ڪيو آهي، جنهن جو نالو حريث بن حسان آهي، هن پنهنجي ڌيءُ هن سان پرڻائي هئي، هن ان کي ڇڏي ٻيءَ عورت سان نڪاح ڪيو هو. ان ڪري هن جي چاچي هن کي قتل ڪيو آهي." اعرابي عرض ڪيو، "يا اميرالمؤمنين اسان جو بہ خيال اهو آهي جيئن توهان فرمايو پيا پر مان ان ڳالهہ تي راضي ناهيان جيستائين توهان مُردي کي زندهہ نہ ڪريو." ان وقت پاڻ عہ ڪوفي وارن سان مخاطب ٿي فرمايو، "اي ڪوفي وارؤ! بني اسرائيل جي ڍڳي الله تعاليٰ جي ويجهو نبيءِ آخرالزمان صہ جي وصي کان وڌيڪ ناهي جو بني اسرائيل جي هڪ جماعت ان ڍڳيءَ جو هڪ عضوو ان مُردي تي لڳايو هو، جنهن کي قتل ٿئي هڪ هفتو گذري چڪو هو. حق تعاليٰ ان کي زندهہ ڪيو. مان بہ پنهنجو هڪ

عضوو هن مُـردي تـي لڳايان ٿـو. جيڪـو ان شيءِ کان جنهن کي بني اسرائيل هن مقتول تي لڳايو هو." پاڻ عہ اهو فرمائي ساڄو پير ان مقتول تي لڳائي فرمايو، "اي جوان الله جي حڪم سان اٿي بيهہ." اهو جوان زندهہ ٿي ويو ۽ عرض ڪيو، "مان حاضر آهيان، مان حاضر آهيان." اميرالمؤمنين فرمايو، "توکي ڪنهن قتل ڪيو آهي؟" هن جواب ڏنو، "مون کي منهنجي چاچي حريث بن حسان قتل ڪيو آهي ۽..................."

اميرالمؤمنين جيڪو سبب ڄاڻايو هو اُن شخص اهو ئي بيان ڪيو. جڏهن سمورن ماڻهن ان عجيب ۽ غريب واقعي جو مشاهدو ڪيو تہ سمورا ماڻهو اميرالمؤمنين جي ساراهہ ڪرڻ لڳا. ان کانپوءِ اميرالمؤمنين فرمايو، "اي اعرابي، تون وڃ، پنهنجي قوم کي هن اڪين ڏٺي واقعي جي خبر ڏي." هن عرض ڪيو، "يا اميرالمؤمنين اسان خدا سان عهد ڪيو هو تہ جناب جي خدمت کان جدا نہ ٿينداسين." اهي ماڻهو پاڻ عہ جي خدمت ۾ رهيا، ايستائين جو جنگِ صفين ۾ شهيد ٿيا.

# يھوديءَ جو مال

حضرت علي عليہ السلام پنھنجي خلافت واري دؤر ۾ ھڪ ڏينھن ڪوفي جي بازار مان گذري رھيا ھئا، پاڻ ع ھڪ يھوديءَ کي ڏٺائون، جيڪو پنھنجي متي تي بار بار ھٿ ھڻي چئي رھيو ھو تہ، "اي مسلمانو! توھان جاھليت تي عمل پيرا آھيو ۽ اسلام جي قاعدن تي نہ ٿا ھلو." پاڻ يھوديءَ جو آواز ٻڌي ان کي سڏ ڪندي پڇيائون، "اي يھودي! توکي مسلمانن کان ڪھڙي تڪليف پھتي آھي." يھوديءَ جواب ڏنو، "مان واپاري آھيان، مون وٽ 60 گڏھ مال سان ڀريل ھئا ۽ جڏھن مان فلاڻي ماڳ تان گذريس تہ ڦورو منھنجو سمورو مال ڦري ويا." امير عليہ السلام يھوديءَ کي چيو، "تون گھبراءِ نہ. تنھنجو مال ضايع نہ ٿيندو." غلام قنبر کي حڪم ڏنائون تہ، "منھنجو گھوڙو ڪاھي اچ." پاڻ گھوڙي تي سوار ٿي ڪجھہ ساٿين سان گڏ انھيءَ جاءِ تي پھتا جتي يھوديءَ کان مال ڦريو ويو ھو. پاڻ انھيءَ جاءِ تي ھڪ لڪير ڪاٺيءَ سان ڇڪيائون ۽ چيائون، "سڀ ماڻھو ھن لڪير جي اندر اچي وڃو ۽ ھن جاءِ کان پوئتي نہ ھٽجو، نہ تہ جن توھان کي اڏائي ڪٽي ويندا." پوءِ پاڻ فرمايائون تہ، "اي جنئو! جيڪڏھن توھان يڪدم ھن يھوديءَ جو مال واپس نہ ڪٽي آيؤ تہ پوءِ مون ۾ ۽ توھان ۾ جيڪو معاھدو ٿيل آھي سو ٽٽي ويندو ۽ مان توھان کي تلوار سان ٽڪرا ٽڪرا ڪري ڇڏيندس، اھو آواز ٻڌندي ئي جن ڇوڙ لڳا.

"اي پيغمبر خدا جا وصي! اسان خدا ۽ ان جي رسول صلي الله عليہ وآلہ وسلم جا فرمانبردار آھيون ۽ توھان جا بہ اطاعت گذار آھيون. اسان جي غلطي معاف فرمايو" انکانپوءِ يڪدم يھوديءَ جو ڦريل مال ۽ ان جا 60 گڏھ اچي حاضر ٿيا. امير المؤمنين اھومال يھودي جي حوالي ڪندي فرمايو، "پنھنجو مال سنڀالي وٺ، ھڪ سوئي جيترو بہ مال گھٽ ھجي تہ مان توکي پرائي ڏيان.

يھودي مال جو جائزو ورتو تہ اھو پورو ھو. ان کان پوءِ يھودي امير المؤمنين وٽ اچي مسلمان ٿي ويو.

# گستاخي جو انجام

ابن ايوب کان روايت آهي تہ، خالد بن عبدالملک مرورتي جيکو شام جو حاڪم هو مون کي ڪي خط لکي گهرايو تہ مان حضرت علي عليہ السلام جي شان ۾ گستاخي ڪيان، مان اها ڳالهہ ڇاٽي اتان فرار ٿي ويس. پر ابن صفوان جيڪو ابو خلف جو پٽ هو مون کان گهوڙو گهريو تہ جيئن خالد وٽ وڃي جناب امير المؤمنن جي شان ۾ گستاخي ڪري پر مون هن کي گهوڙو نہ ڏنو. هو چار ميل پنڌ هلي پهتو ۽ خالد جي حق ۾ منبر تي چڙهي قبيلي ڏانهن منهن ڪري، حضرت علي امير المؤمنين جي شان ۾ گستاخي ڪرڻ لڳو.

راوي بيان تا•ڪن تہ: هڪ شخص مسجد نبوي ص ۾ وينل هو ان تي ٿورو ننڊ جو غلبو ٿيو تہ هن ڏٺو. رسول الله جي مزار مبارڪ ڦاٽي پئي ۽ ان مان هڪ هٿ ٻاهر نڪتو ۽ آواز آيو، اي ڪوڙ ڳالهائيندڙ انسان، توتي خدا جي لعنت هجي ۽ خدا توکي انڌو ڪري، بس ان کان پوءِ ابن صفوان منبر تان انڌو ٿي هيٺ لٿو. امير المومنين جي شان ۾ گستاخي ڪرڻ جي سزا ابن صفوان کي اها ملي تہ هو سموري عمر انڌو رهيو ۽ انڌو ئي مري ويو.

# منافقن جي سازش

حضرت امام حسن عسڪري کان روايت آهي تہ جڏهن پاڻ سڳورن صلي الله عليہ وآلہٖ وسلم جن غزوه تبوڪ طرف ڏيان فرمايو. جناب اميرالمؤمنين حضرت علي ع کي مديني ۾ پنهنجو نائب مقرر فرمايو. منافقن جڏهن اهو ڏٺو تہ پاڻ ٻئي پائر پاڻ ۾ جدا آهن. انهن ٻنهي کي ختم ڪرڻ آسان رهندو. ڪجھہ بدبختن جناب امير ع جي رستي ۾ هڪ گهرو کوھہ کوٽي اُن کي ڪاٺين وغيره سان ڍڪي ڇڏيو ۽ جيڪي ٻيا منافق پاڻ صلي الله عليہ وآلہٖ وسلم جن سان گڏ هئا انهن چوڏنهن مائهن کي ڪارو لباس پهرائي عقبہ جي مٿان ويهاري ڇڏيو ۽ پٿرن سان ڀريل مٽڪا انهن حوالي ڪيا تہ جيئن هو مٿان کان ڪيرائي سرور ڪائنات ﷺ جي ناقہ کي ڇيڙائن. جبرائيل عليہ السلام انهن منافقن جي سازش کان پاڻ سڳورن ﷺ کي آگاھہ فرمايو. جڏهن حضرت علي اميرالمؤمنين ع ڪجھہ مومنن کي وٺي پاڻ سڳورن ﷺ جي استقبال لاءِ کوھہ وٽ پهتا. جيڪو منافقن پاڻ ع کي ڪيرائڻ لا کوٽيو هو. تہ ان وقت پاڻ ع جي گهوڙي پنهنجي زبان سان ان کوھہ جي خطري کان پاڻ ع کي آگاھہ ڪيو. پاڻ ع جواب ۾ فرمايو تہ. "تون هل. کوھہ پاڻهي ختم بند ٿي ويندو." پاڻ ع وڏي اطمينان سان ان کوھہ کي پار ڪري ويا. منافق گهات ۾ ويٺل هئا پر اهو ڏسي هڪا ٻڪا رهجي ويا تہ جناب ع جو گهوڙو وڏي آرام سان ان کوھہ کي پار ڪري ويو. جناب اميرالمؤمنين پنهنجن ساٿين کي فرمايو. "ڪن ڪچرو صاف ڪري ڇڏيو. ڇو جو پاڻ صلي الله عليہ وآلہٖ وسلم تشريف فرما ٿي رهيا آهن." جڏهن ڪن ڪچرو هٽايو ويو تہ هڪ گهرو کوھہ ظاهر ٿيو. حضرت علي ع پنهنجي گهوڙي کان پڇيو تہ هي کوھہ ڪنهن کوٽيو آهي ۽ ڪنهن جي حڪم سان کوٽيو ويو آهي؟ جواب ۾ ٽن مائهن جا نالا ڪنيا ويا. پاڻ ع جي ساٿين عرض ڪيو. "يا اميرالمؤمنين پاڻ سڳورن ﷺ کي بہ

ڄاڻ ڪري ڇڏيو." پاڻ عہ جواب ڏنو. "انهن کي حق تعاليٰ وحي ذريعي خبردار ڪيو آهي." پاڻ سڳورن صہ پنهنجن اصحابين کي فرمايو. "جبرائيل عہ منافقن جي انهيءَ چال کان مون کي.خبردار ڪري ڇڏيو آهي. جيڪو انهن مديني ۾ علي عہ بن ابي طالب سان ڪيو آهي. خدا ان کي دشمنن جي شر کان محفوظ رکيو آهي." پر مخالفن يقين نہ ڪيو ۽ اهو شڪ ڪيو تہ علي عہ جي وفات جي خبر پهچي وئي آهي. جيڪا اسان کان لڪائي پئي وڃي. ان وقت حضرت علي عہ اميرالمؤمنين اصحابين جي هڪ جماعت سان گڏ پاڻ سڳورن صہ جي خدمت ۾ حاضر ٿيا ۽ سمورو واقعو بيان ڪيو. انهن منافقن انهن ڳالهين کي جادو سمجهيو ۽ چيو تہ معاذ الله محمد صہ ۽ علي عہ ٻئي جادوءَ ۾ پوري مهارت رکن ٿا ۽ اهي ڇوڏنهن ماڻهو جيڪي عقبہ جي چوٽيءَ تي پٿرن سان پريل مٽڪا کڻي وينا هئا. پاڻ سڳورن صہ جي حڪم سان عمار رضہ بن ياسر رضہ انهن جي اٺن جي مهار کولي ڇڏي. انهن اٺن انهن کي چوٽيءَ تان هيٺ اڇلايو. اهي زخمي ٿي پيا. جيستائين اهي منافق زنده رهيا ايستائين انهن جا زخم نيڪ نہ ٿيا. تہ جيئن ماڻهن کي خبر پوي تہ اها انهن جي چالاڪين ۽ فريب جي علامت آهي.

# لشڪر جي شڪايت

ڪفايت المؤمنين ۾ لکيل آهي تہ صفين جي جنگ ۾ حضرت علي عليہ السلام جو لشڪر اهڙي هنڌ ترسيل هو جتي ڪجھ ڏينهن ڪانپوءِ لشڪر کي کاڌ خوراڪ جي ڪمي ۽ بک اچي سوڙهو ڪيو. ماڻهن وٽ ضرورت جون شيون ڪٿي ويون هيون. اهل لشڪر اچي امير المؤمنين کي چيو تہ "اسان وٽ هاڻ هڪ ڏينهن جي کاڌ خوراڪ پاڻي ۽جانورن جو گاهہ وغيره بچيو آهي، جنهن ڪري سڀ پريشان آهيون. مشڪل ڪشا لشڪر وارن جي شڪايت ٻڌي پوءِ پاڻ لشڪر گاهہ کان ٻاهر اچي هڪ مٽيءَ جي دڙي تي چڙهي، بارگاهہ الاهي ۾ کاڌ خوراڪ جي کوٽ ۽ جانورن جي گاهہ پني جي انتظام واسطي عرض ڪيو. دعا گهرڻ کانپوءِ پاڻ دڙي کان لشڪر ڏانهن روانا ٿيا. پاڻ اجا لشڪر وٽ نہ پهتا هئا تہ اوچتو ڪتان ڪو قافلو ظاهر ٿيو. سمورن لشڪر وارن انهيءَ قافلي وارن کان ڪپڙا لٽا، کاڌ خوراڪ، پاڻي ۽ انساني ضرورت جو هر سامان خريد ڪيو. جڏهن لشڪر جي ضرورت پوري ٿي تہ اهو قافلو جهنگ ڏانهن ائين گم ٿي ويو ڄڻ غيب مان آيو هو.

# ڪتي جي صورت

ڪفايت المؤمنين ۾ لکيل آهي تہ هڪ خارجي ۽ هڪ مومن ڪي ڪنهن مقدمي جي سلسلي ۾ امير الؤمنين علي عليہ السلام جي سامهون پيش ڪيو ويو.

مومن جو خارجي ڏانهن حق نڪتو. جنهن تي خارجي چيو تہ "اي علي عہ! تو حق وارو فيصلو ناهي ڪيو ۽ انصاف ڪان ڪم ناهي ورتو."

پاڻ عليہ السلام ڪيس فرمايو، اڃا توکي رسول خداجي وحي تي شڪ آهي تہ مان رسول الله جي پيروي ڪان هٽي ڪري ڪو فيصلو ڪندس.

پاڻ عليہ السلام اڃا اهو فرمائي رهيا هئا جو اهو خارجي يڪدم ڪتي جي شڪل اختيار ڪري ويو. جڏهن خارجي اهو ماجرو ڏٺو تہ پڇتاءَ جا لڙڪ وهائڻ لڳو ۽ معافي گهرڻ لڳو. امير عليہ السلام ڪي هن جي حالت تي رحم اچي ويو ۽ خارجيءَ جي حق ۾ دعا گهريائون تہ اهو وري ڪتي مان ڦري انسان تي ويو.

اتي موجود حاضرين عرض ڪيو يا امير المؤمنين توهان ڪي معاويہ سان پوءِ جنگ ڪرڻ جي ڪهڙي ضرورت هئي. ان ڪي بہ هڪ اشاري سان ڪتي جي صورت ۾ آڻي ڇڏيو ها. پاڻ انهيءَ جي جواب ۾ قرآن جي هيءَ آيت تلاوت فرمايائون تہ. ترجمو: "انهن ماڻهن جي عذاب ۽ حساب ڪتاب ۾ تڪڙ نہ ڪيو، ڇاڪاڻ تہ اسان انهن لاءِ خوفناڪ عذاب تيار ڪري رکيو آهي.

# مشرڪ جو انڪار

سيد علي واعظ کان روايت آهي تہ سرورِ ڪائنات صلي الله عليہ وآلہٖ وسلم جن جي وفات کانپوءِ هڪ ڏينهن حضرت علي عہ اميرالمؤمنين مسجد ۾ واعظ فرمائي رهيا هئا تہ. "اي مسلمانو! پاڻ سڳورا صہ هن دنيا مان رخصت ٿي چڪا آهن. مان سندن وقتي نائب آهيان. جيڪو بہ توهان جو مسئلو هجي ان کي حل ڪرڻ لاءِ مون سان رابطو ڪريو. ڇو تہ لڪل ڳالهين جي مون کي خبر آهي، غيب جو حال مان ڄاڻان ٿو. مان نبين جي علم جو وارث آهيان. مون کي پاڻ سڳورن صہ پنهنجن علمن جو محافظ قرار ڏنو آهي. آسمان ۽ زمين جا راز مان ڄاڻان ٿو. سيني جي ڄاڻ مون کي آهي." ان ميڙ ۾ هڪ مشرڪ بہ ويٺو هو. جنهن وٽ قارون جيترو خزانو موجود هو. هن کي پنهنجي ملڪيت تي وڏو غرور هو. جڏهن حضرت عہ جي اها ڳالهہ ٻڌائين تہ دل سان هن انڪار ڪيو. مسجد کان ٻاهر نڪتو ئي هو جو الله جي غضب جو شڪار ٿيو. خدا جي حڪم سان هن جي صورت بگڙجي وئي ۽ اهو مشرڪ ڪُتو بڻجي ويو. جڏهن پنهنجو اهو حال ڏٺائين تہ تمام گهڻو شرمسار ٿيو ۽ افسوس ڪرڻ لڳو ۽ مسجد ۾ واپس ويو تہ جيئن اميرالمؤمنين پنهنجي عنايت جي نظر سان ڪيس حقيقي صورت ۾ تبديل ڪري ڇڏين. جڏهن هي مسجد ۾ داخل ٿيو تہ مسلمانن ان کي ڊوڙائي مسجد کان ٻاهر ڪڍي ڇڏيو. هو پنهنجي گهر ڏانهن روانو ٿيو ۽ وڃي پنهنجي قيمتي بستري تي آرام ڪرڻ لڳو. جڏهن ان جي زال ڏٺو تہ سندس مڙس جي ڪمري ۾ ڪُتو ويٺو آهي تہ ان پنهنجن نوڪرن جي مدد سان اُن ڪُتي کي ٻاهر ڪڍي تمام گهٽيون لُٽيون هنيون تہ جيئن اهو واپس نہ اچي. جڏهن ٻاهر ميدان ۾ پهتو تہ پاڙي جي ڪُتن ان تي حملو ڪيو. ڪافي چڪ لڳس. مجبور ٿي ان ڪُتي جهنگ جو رُخ ڪيو ۽ پوءِ جهنگ ۾ ڦرندو رهيو. ڪا شيءِ ڪائڻ چاهي تہ سندس

نڙيءَ کان هيٺ نہ لهي ۽ نہ خدا اُن کي موت پيو ڏئي. ان جهنگ ۾ هڪ واريءَ جو دڙو هو. رات ڏينهن ان دڙي جو چڪر لڳائيندو هو ۽ برسات، گرمي، سرديءَ جون مصيبتون برداشت ڪندو هو. جڏهن اهو منافق ڪتو گم ٿي ويو تہ ان منافق جي خاندان وارن کي تمام گهڻو فڪر ٿيو. ان جي قبيلي جا ماڻهو هن جي ڳولا ۾ نڪتا پر ڪافي ڪوشش باوجود ان کي نہ ڳولي سگهيا. جڏهن هن جو ڪٿي بہ ڏس پتو نہ مليو تہ نيٺ ان قبيلي جي ماڻهن اهو ئي سمجهيو تہ دشمنن ان کي قتل ڪري ڇڏيو آهي. اهڙيءَ طرح ان جي موت جو سوڳ ملهايو ويو. ان خدا جي دشمن جي گهر واري جيڪا تمام گهڻي ايماندار هئي، جنهن جي دل محمد صہ ۽ آلِ محمد صہ جي محبت سان مالامال هئي ۽ هئي بہ تمام گهڻي خوبصورت ۽ جوان. اُن حَسين عورت پنهنجي مڙس جي ماتم ۾ ڪارو ويس پاتو ۽ ستن سالن تائين ان لباس ۾ رهي ۽ لڳاتار پنهنجي مڙس جي جدائيءَ ۾ ڳوڙها وهائيندي رهي. ٻين عورتن کيس روئڻ کان ڪافي منع ڪيو ۽ چيو تہ تنهنجي هڪ هڪ وار جي عيوض توکي مڙس ملي سگهن ٿا. اها عورت انهن عورتن جي ڳالهين سان اڃا وڌيڪ غمزده ٿي، نيٺ شاهہ مردان جي خدمت ۾ حاضر ٿي ۽ عرض ڪيائين تہ، "مان هڪ مشڪل ۾ اچي وئي آهيان، جنهن جو ڏک مون کي کائي رهيو آهي." حضرت علي عہ ان عورت طرف متوجہ ٿي فرمائڻ لڳا، "اي عورت، تون پنهنجو مسئلو بيان ڪر تہ جيئن تنهنجي مدد ڪري سگهان ۽ تنهنجي مشڪل کي آسان ڪري توکي ان غم مان نجات ڏياري سگهان." ان عورت عرض ڪيو، "منهنجو مڙس ست سال اڳ اڪيلو گهر مان روانو ٿيو هو، جيڪو اڄ تائين واپس ناهي آيو. جنهن جي هر هنڌ ڳولا ڪئي وئي پر ان جي ڪا ڄاڻ نہ ملي سگهي آهي." امير المؤمنين ان عورت جي روئداد ٻُڌڻ کانپوءِ فرمايو، "اي عورت تنهنجو مڙس زندهہ آهي پر تمام بدحال ۽ پريشان آهي، تون وڃ ۽ گهر وڃي ماني تيار ڪر،

پنهنجن مائٽن کي گڏ وٺي ماني کٽي وڃ، فلاڻي جڳهہ تي هڪ دڙو آهي اتي توکي تنهنجو مڙس ملندو." عورت پنهنجي مڙس جو ڏس ملندي ئي تمام گهڻي خوش ٿي ۽ هڪدم گهر ڏانهن رواني ٿي. گهر اچي سنا سنا کاڌا تيار ڪيائين، ماني کڻي ڪجهہ مائٽن سان گڏ ان جڳهہ تي پهتي تہ هڪ دڙو نظر آيو، چئني طرف نظر ڊوڙائي پر ان ويران جاءِ تي ڪوبہ ماڻهو نظر نہ آيو. هڪ طرف هڪ ڪتو نظر آيو، جيڪو ڪمزوريءَ جي ڪري دڙي تي چڙهي نہ ٿي سگهيو. عورت ڪتي وٽ وئي ۽ ڪتو ان جي قدمن ۾ ڪري پيو ۽ ڪمزوريءَ سبب بيهوش ٿي ويو.

ان عورت پنهنجن نوڪرن کي چيو تہ هن کي ڪجهہ کائڻ لاءِ ڏنو وڃي. جڏهن عورت رحم کائي ان ڪتي کي حلوو کائڻ لاءِ ڏنو تہ ڪمزوريءَ سبب ڪتو کائي نہ سگهيو. عورت تمام حيران ٿي، پوءِ ان عورت پنهنجن هٿن سان پاڻيءَ جو پيالو ان ڪتي کي پيارڻ چاهيو تہ ان پاڻيءَ جي پيالي ۾ ڪاري مٽي ظاهر ٿي. اهو ڏسي عورت وڌيڪ حيران ٿي ۽ چوڻ لڳي، "اي زمين آسمان جا خالق مان نٿي ڄاڻان تہ اهو سڀ ڪجهہ ڇا آهي؟ مون کي اميرالمؤمنين فرمايو هو تہ هتي توکي تنهنجو مڙس ملندو، مان سندن فرمان موجب هن جهنگ ۾ آئي آهيان پر هتي هن ڪتي کانسواءِ ڪا شيءِ نظر نہ آئي، ۽ مون کي يقين آهي تہ ان اعليٰ هستيءَ جو قول ڪڏهن بہ ڪوڙو نہ هوندو آهي." ان کانپوءِ اتان رواني ٿي ۽ اميرالمؤمنين جي خدمت ۾ پنهجي ناڪامي بيان ڪئي، تڏهن اميرالمؤمنين فرمايو، "اهو ڪتو ئي تنهنجو مڙس آهي." عورت جڏهن اهو ٻُڌو تہ پريشان ٿي وئي ۽ جناب امير ع جي پيرن تي ڪري پئي. درد پريل انداز ۾ عرض ڪيائين، تڏهن اميرالمؤمنين فرمايو، "تنهنجو مڙس مشرڪ هو، ان خدا ۽ مصطفيٰ ص سان دشمني ڪئي ۽ منهنجي ولايت ۾ شڪ ڪيو. خدا ان جي شڪل بگاڙي ڇڏي." عورت فرياد ڪيو تہ، "يا اميرالمؤمنين منهنجي مڙس کي اصلي صورت ۾ آڻيو." پاڻ ع فرمايو،

"ڪتي جي گلي ۾ رسو وجهي مون وٽ آڻ." اهو ٻڌي عورت بيحد خوش ٿي. ڪتو پاڻ عہ جي خدمت ۾ آندو ويو. ندامت ۽ شرمساريءَ سبب سندس اکين ۾ ڳوڙها هئا. اميرالمؤمنين دعا فرمائي، ڪتو هڪدم اصلي صورت ۾ تبديل ٿي ويو. ان شخص اميرالمؤمنين کان معافي گهري ۽ عرض ڪيو تہ، "مون توهان جي ولايت تي شڪ ڪيو ۽ پنهنجي غلطيءَ جي سزا ماٺي. هاڻي مان شرڪ نہ ڪندس. منهنجي حال تي ڪرم فرمايو ۽ هدايت جي راھ ڏيکاريو." پاڻ عہ ان کي معاف فرمايو ۽ ان کي ايمان جي تعليم فرمائي. انهيءَ ماڻهو دين محمدي صہ تي ايمان آندو ۽ اهلِ يقين ۾ داخل ٿي ويو.

# پنج سؤ درهم

هڪ ڀيري امير المؤمنين حضرت علي عليہ السلام هڪ جنگ تي وڃي رهيا هئا. هڪ ماڻهو عرض ڪيو "مولا! اسان جي لشڪر جو تعداد تمام گهٽ آهي". پاڻ فرمايائون تہ: "تنهنجي دل ۾ جيڪو شڪ آهي، ان کي دورڪر. سڀاڻي اسان کي ٽي جٿا ملندا. هر جٿي جو تعداد ٻارنهن هزارن جي برابر هوندو". اهو همراهہ صبح جو سوير هڪ دڙي تي وڃي ويٺو ۽ لشڪر جو تعدادڳڻيائين تہ اهو تعداد امير المؤمنين جي حڪم مطابق پورو هو. اهو همراهہ انهيءَ جنگ جا حالات بيان ڪندي چوي ٿو تہ: ٻئي ڏينهن جنگ کان اڳ ۾ امير المؤمنين فرمايو تہ: "سڀاڻي اسان جي جنگ ٿيندي، جنگ اسان کٽينداسين. ۽ جنگ ۾ هٿ آيل مال جي ورهاست ٿيندي ۽ هر ماڻهوءَ کي حصي طور پنج سؤ درهم ملندا".

ان همراهہ جو چوڻ آهي تہ جنگ شروع ٿي. انهن انهيءَ جنگ ۾ حضرت علي عہ کي فتح حاصل ٿي. مخالفن جو سمورو سامان لشڪر جي هٿ آيو.

اهو مال سموري لشڪر ۾ ورهايو ويو ۽ پڇيو ويو تہ ڪيترو مال ڪنهن جي حصي ۾ آيو. جواب مليو هر هڪ کي پنج سؤ درهم مليا آهن ۽ باقي ٻہ هزار درهم بچي پيا آهن. پاڻ فرمايائون تہ: انهن ٻن هزارن ۾ منهنجو حسين، حسين ۽ محمد حنيفہ جو حصو آهي. اهڙي طرح پاڻ جيئن جنگ کان اڳ ۾ فرمايو هئائون تہ هر هڪ کي پنج سؤ درهم ملندا سو هر ڪنهن کي اوترو ئي حصو مليو.

# حديث کان انکار

مشهور معروف حديث جيڪا هر عام ۽ خاص ڪتاب ۾ موجود آهيُ ان حديث کان انڪارڪندڙن جو انجام جابر انصاري رضہ کان هيءَ روايت آهي تہ: هڪ ڏينهن حضرت امير المؤمنين ميز تي تشريف فرما ٿيا. خطبو پڙهيائون، جنهن ۾ خدا جي حمد و ثنا ڪانسواءِ نعت رسول الله بہ شامل هئي. ان کان پوءِ پاڻ اسعث ۽ انس بن مالڪ کي مخاطب ٿي فرمايائون اشعث جيڪڏهن تو حديث "من ڪنت مولا فعلي مولا" جناب سرور ڪائنات صلي الله عليہ وآلہ وسلم کان ٻڌي هجي ۽ تون انهيءَ جو انڪار ڪرين تہ شهادت کي ادا نہ ڪري سگهين. اي خالد تو اها حديث ٻڌي هجي ۽ اڄ منهنجي ولايت لاءِ گواهي نہ ڏين تہ خدا توکي جاهليت جي طريقي تي موت ڏئي. اي عازب جيڪڏهن تو انهن حديث کي رسول خدا صہ کان ٻڌو هجي ۽ گواهي نہ ڏين تہ الله تعاليٰ توکي اهڙي مرض ۾ مبتلا ڪري جنهن کي تنهنجو عمامو ڍڪي نہ سگهي.

انس جواب ۾ عرض ڪيو تہ "يا امير المؤمنين! پوڙهائپ جي ڪري مان ويسر جو مريض ٿي ويو آهيان، ان ڪري مون کي اها حديث ياد نہ ٿي اچي، ٻين همراهن بہ عذر پيش ڪري حقيقت کي لڪايو.

جابر بن انصاري رضہ بيان ڪن ٿا تہ خدا جو قسم مون اشعث کي ڏٺو هن جون ٻئي اکيون انڌيون ٿي ويون هيون ۽ چوندو هو تہ: خدا جو شڪر آهي، امير المؤمنين مون لاءِ هن دنيا ۾ ئي رڳو بددعا فرمائي، آخرت جي عذاب لاءِ پاراتو ناهي ڏنو.

خالد جڏهن مئو تہ ان جي ڪٽنب وارن ان کي گهر ۾ دفن ڪيو ۽ جاهليت واري رسم اداڪئي وئي. ابن عازب کي معاويہ يمن جو والي مقررڪيو هو. اهو اتي ئي فوت ٿيو ۽ مون انس بن مالڪ کي ڏٺو تہ اهو ڪوڙهہ جي بيماريءَ جو شڪار ٿيو. هو انهن داغن کي عمامي سان ڍڪڻ جي ڪوشش ڪندو هو پر اهي ڪوڙهہ جا داغ عمامي سان لڪائي نہ سگهندو هو، جيئن امير المؤمنين انهن چئني لاءِ فرمايو هو ائين ٿيو هو.

# ٻن نيائڻين جي ڳالھ

ڪفايت المؤمنين ۾ شيخ عبدالواحد بن زيد قدس کان روايت آهي تہ مان هڪ دفعي حج تي ويس. طواف دؤران مون بہ ڇوڪرين کي ڏٺو. جيڪي طواف ۾ مشغول هيون ۽ پاڻ ۾ پنهنجي مدعا مطابق هن طرح قسم کائي رهيون هيون. ترجمو: "ان شخص جي حق جو قسم آهي، جيڪو وصيت جي واسطي اڳواڻ چونڊيو ويو آهي ۽ راستي سان حڪم ڪرڻ وارو آهي ۽ خاتونِ جنت فاطمہ رضہ جو گهر وارو آهي." مون انهن کان پڇيو، "ڇا توهان ان جو نالو ڄاڻو ٿيون؟" هنن جواب ڏنو. "آهي اميرالمؤمنين علي ابن ابي طالب ڪلِ غالب آهن." مون وري پڇيو. "ڇا توهان ڪيئن سڃاڻو ٿيون؟" انهن ٻنهي ٻارڙين چيو. "ڇو نہ. اسان جو پيءُ جنگ صفين ۾ ساڻن گڏ هو ۽ شهيد ٿيو. اسان جي پيءُ جي شهادت کانپوءِ پاڻ عليہ السلام جن اسان جي گهر تشريف فرما ٿيا ۽ اسان جي ماءُ کان پڇيو، "اي ضعيفہ ڪيئن آهين؟ ۽ ڪيئن پئي گذري؟" منهنجي ماءُ جواب ڏنو. "يا اميرالمؤمنين! خيريت سان پئي گذري." اسان ٻئي ڀينرون پاڻ عہ کي ڇڏڻ لاءِ گهر کان ٻاهر ويون سين. منهنجي ننڍي ڀيڻ پيءُ جي جدائيءَ جي غم ۾ روئندي روئندي انڌي ٿي وئي. جڏهن حضرت علي اميرالمؤمنين جي نظر فيض اثر اسان تي پئي تہ پاڻ عہ جي زبان مان بي اختيار اهو جاري ٿيو. "هن جو پيءُ مري ويو آهي، جيڪو مصيبتن، حادثن ۽ سفر ۾ هنن جي سار سنڀال ڪندو هو." ان کانپوءِ پاڻ عہ پنهنجو هٿ مبارڪ ان جي اکين تي ڦيريو. هوءَ هڪدم ايئن ٿي وئي جو اونداهين رات ۾ سئيءَ ۾ ڌاڳو بہ وجهي سگهي ٿي."

# معراج کان انڪار

هڪ ڏينهن اميرالمؤمنين حضرت علي ع منبر تي واعظ فرمائي رهيا هئا تہ جڏهن پاڻ سڳورن ٻنهي جهانن جي سردار صلي الله عليہ وآلہ وسلم جن هن خاڪسارِ دنيا سان سفرِ اعليٰ جو ذڪر ڪيو تہ ان وقت پاڻيءَ سان ڀريل دُنگي پاڻ جن جي سيرانديءَ ڪان رکيل هئي، جڏهن روانگيءَ جي وقت سندن پلئہ ان سان لڳو تہ اها اونڌي ٿي وئي ۽ ان مان پاڻي هارجڻ لڳو ۽ براق برق جيان هلڻ شروع ڪيو، جڏهن رسول ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم معراج ڪان واپس آيا تہ دُنگيءَ مان پاڻي وهي رهيو هو ۽ بسترو مبارڪ ائين ئي گرم هو جهڙو پاڻ جن ڇڏي ويا هئا. هڪ يهودي بہ ان مجلس ۾ ويٺو هو. ان جناب امير جي اها ڳالهہ ٻُڌي تہ انڪار جي حالت ۾ اٿي پنهنجي گهر طرف هليو ويو. گهر وڃي ڏٺائين تہ سندس زال اٽي ۾ هٿ وجهي ويٺي آهي. اٽو ڳوهڻ چاهي ٿي پر پاڻي ناهي ۽ پاڻيءَ جو انتظار ڪري رهي آهي. جڏهن ان عورت مڙس کي ڏٺو تہ چيو تہ "گهر ۾ ايترو بہ پاڻي ناهي جو مان اٽو ڳوهي سگهان. وڃ چشمي مان دلو ڀري اچ." اهو يهودي گهر مان دِلو کڻي چشمي طرف روانو ٿيو. چشمي تي پهتو. دلي کي ڀري چشمي جي ڪناري رکيو ۽ پاڻ ٽٻي هڻڻ لاءِ چشمي جي ڪناري پهتو. اتفاق سان دِلو ڪري پيو ۽ پاڻي وهڻ لڳو. يهوديءَ ڪپڙا لاهي هڪ پٿر تي رکيا ۽ پاڻ پاڻيءَ ۾ ٽٻي هنئي. وهنجي جڏهن چشمي ڪان ٻاهر نڪتو تہ پاڻ هڪ ڪپڙن ڪان آجي ڇوڪري ٿي چڪو هو. پنهنجي انهيءَ تبديليءَ تي تمام گهڻو حيران ٿيو. نہ ڪو ڄاڻڻ وارو نہ سڃاڻڻ وارو. تمام گهڻو حيران ۽ پريشان ٿيو. آخر ڪجهہ بہ نہ سنجهيو تہ اتان روانو ٿي ويو. ڀري ڪان هڪ عورت ايندي نظر آئي، جڏهن اها ويجهي آئي تہ ان کي تمام گهڻي حيرت ٿي ۽ هن کي ڪپڙن ڪانسواءِ ڏسي ڪيس رحم اچي ويو ۽ ان کي پهرڻ لاءِ ڪپڙا ڏنا. پوءِ ان کان حال احوال ورتائين. هن پنهنجو سمورو واقعو ٻڌايو. آخر ڪپڙا پائي

هوءَ شهر طرف روانو ٿي. شهر پهتي تہ ڏٺائين تہ هر ماڻهو هن جو خريدار نظر آيو. آخر هڪ مالدار ماڻهو هن کي خريد ڪري پنهنجي گهر وٺي ويو. ڇهہ سال هن مالدار جي گهر ۾ گذاريا. ان عرصي ۾ پنج ٻار ڄڻيا. هڪ ڏينهن اها عورت ان ئي چشمي طرف روانو ٿي ۽ ان ئي چشمي ۾ ٽٻي لڳائي. جڏهن ڪنڌ ٻاهر ڪڍيائين تہ پنهنجي پاڻ کي اصل حالت ۾ ڏٺو.هيءُ اهو ئي چشمو جتي پهرين هن ٽٻي لڳائي هئي، هن جا مردانا ڪپڙا بلڪل اُن پٿر تي پيا هئا ۽ پاڻيءُ اُن ئي طرح دِلي مان هارجي رهيو هو. اها حالت ڏسي هو تمام گهڻو حيران ۽ پريشان ٿيو. ڪپڙا پاتائين، دلو پريو ۽ پنهنجي گهر وڃڻ لڳو. جڏهن گهر اندر داخل ٿيو تہ پنهنجي زال کي اُن ئي حالت ۾ ڏٺائين. هٿ اُتي وارا آهن ۽ هوءَ اٽو ڳوهڻ لاءِ پاڻيءُ جو انتظار ڪري رهي آهي. يهوديءَ دلو گهر ۾ رکيو ۽ سڌو مسجد طرف روانو ٿيو. اُتي وڃي ڏٺائين تہ اميرالمؤمنين واعظ فرمائي رهيا هئا. ان يهوديءَ معراج جي تصديق ڪئي ۽ تمام گهڻو شرمندو ٿيو ۽ اميرالمؤمنين عہ جي خدمت ۾ عرض ڪيو تہ مون کي اسلام جو طريقو ٻڌائڻ فرمايو ۽ ڪفر جي زنگ کان منهنجو سينو صاف ڪريو. ڇو تہ مان ڪفر ۽ ڪافري کان سخت پريشان آهيان ۽ هاڻ پوري عقيدت منديءَ سان اسلام طرف متوجہ ٿيو آهيان. پاڻ عہ يهوديءَ کي فرمايو، "جيستائين پنج ٻار نہ ڄڻيئي، تو اسان جي تصديق نہ ڪئي." ان کانپوءِ پاڻ عہ ان کي اسلام جو ڪلمو پڙهايو ۽ ڪفر جي زنگ کان ان جي دل ۽ جان کي پاڪ ڪيو ۽ اهو يهودي پڪو مسلمان رهيو ۽ مسلمان جي حيثيت ۾ وفات ڪيائين.

# پاڻيءَ جو هڪ پيالو

حضرت علي اميرالمؤمنين جن نهروان فتح ڪري واپس آيا تہ رستي ۾ ہہ واٽو هو. هڪ رستي تي پاڻي موجود هو ۽ ٻيو رستو غير آباد هو. جتي پاڻي نہ هو. حضرت اميرالمؤمنين پنهنجي لشڪر کي بنا پاڻيءَ واري رستي تان وٺي روانا ٿيا ۽ تمام تيزيءَ سان ان بنا پاڻيءَ واري رستي کي پار ڪيو. جيئن تہ هوا تمام خشڪ ۽ گرم هئي، لشڪر کي تمام گهڻي اُڃ لڳي. گرميءَ سبب سندن چپ ۽ وات سُڪي ويا. ڪجهہ منافقن غلط ڳالهيون ڪرڻ شروع ڪري ڇڏيون. ٻيا جيڪي مومن هئا، اُهي انهن جي ڳالهين سان تمام گهڻو رنجيده ٿيا ۽ حضرت علي اميرالمؤمنين جي خدمت ۾ انهن جي سخت ڳالهين جو ذڪر ڪيو. پاڻ ع فرمايو، "سڀ لشڪر وارا حاضر ٿين ۽ خدا جي قدرت جو تماشو ڏسن." سمورو لشڪر گڏ ٿيو. حضرت جن جي خيمي اڳيان هڪ پشتو هو. پاڻ ع قنبر کي حڪم ڏنو تہ ان کي کوٽيو وڃي. هيٺان هڪ ڳرو پٿر نڪتو. پاڻ ع ان پٿر کي پاڻ ڪٽي پري اُڇليو. پاڻ ع قنبر کي فرمايو، "ان ڪُڏي اندر لهہ ۽ چڱيءَ طرح ڏسي سموري ڪيفيت بيان ڪر." قنبر ارشاد موجب اندر ويو ۽ ڏاڪڻ ذريعي هيٺ لٿو. واپس اچي عرض ڪيو، "جڏهن مان پنجٽيهہ ڏاڪا هيٺ لٿس تہ پٿر جو هڪ دروازو نظر آيو، جنهن تي تالو لڳل هو. خبر ناهي اُن جي چابي ڪٿي آهي ۽ هوئن بہ ان دروازي کي کولڻ منهنجي وس کان ٻاهر آهي." حضرت جن پنهنجي هٿ مبارڪ سان هڪ چابي ڏني ۽ فرمايو، "دروازو کولي پاڻيءَ جو هڪ پيالو ڪٽي اچ." قنبر هيٺ ويو. اُن چابيءَ سان دروازو کوليو ۽ کيس هڪ حوض نظر آيو. ان جي ڪناري تي ساقي ڪوثر کي موجود ڏٺائين، اهو ڏسي قنبر کي حيرت ٿي، جناب امير پاڻيءَ سان ڀريل هڪ پيالو ان کي ڏنو ۽ فرمايائين، "قنبر، پاڻي کڻي وڃ ۽ اُجارن جي حاجت پوري ڪر." قنبر پاڻيءَ جو پيالو کڻي ٻاهر آيو. جناب اميرالمؤمنين کي ٻيٺل ڏٺائين. چاهيائين تہ ڪجهہ زبان مان ڪُڇي ۽ راز کي فاش ڪري، جناب علي ع فرمايو، "چا تو دشت ارزنہ جو قصو ناهي ٻُڌو، جيڪو هتي تعجب ڪري ٿو." پوءِ پاڻ ع اهو پيالو سيني لشڪر وارن کي ڏنو، سيني ڍؤ ڪري پاڻي پيتو. پنهنجن سمورن جانورن کي پاڻي پياريو، اُن ڪانپوءِ ڏنو تہ اُهو پيالو پاڻيءَ سان ساڳيءَ طرح ڀريل هو.

# ابليس ۽ ديو

سيرايت جو چوڻ آهي تہ، هڪ ڏينهن مامون خليفي مون کي گهرايو ۽ چيو تہ، "مان توکان ديون جو قصو ٻڌڻ چاهيان ٿو." مون چيو تہ مون محمد بن عبدالله ۽ اهو ام سلمہ رضہ کان روايت ڪري ٿو تہ انهن فرمايو تہ هڪ ڏينهن رسولِ خدا صلي الله علي وآلہ وسلم جن صحرا جو ارادو ڪيو ۽ مون کي فرمايو تہ جڏهن منهنجو پاڻ اچي تہ ان کي چئجانءِ تہ مشڪيزه پاڻيءَ سان ڀري جبلن جي وچ ۾ مون وٽ ڪٺي اچي. جڏهن حضرت علي اميرالمؤمنين عہ آيا، مون رسولِ خدا صلي الله عليہ وآلہ وسلم جن جو پيغام ڏنو، پاڻ عہ پنهنجي ذوالفقار پاسي ۾ لڳائي مشڪ پاڻيءَ سان ڀري ۽ پوءِ پاڻ عہ پاڻ سڳورن صلي الله عليہ وآلہ وسلم جن جي ٻڌايل رستي تي روانا تي ويا. اميرالمؤمنين کان روايت آهي تہ جڏهن مان انهن ٻنهي جبلن جي وچ ۾ پهتس تہ هڪ پوڙهي کي ڏٺم، جيڪو پنهنجون ٻڪريون چاري رهيو هو. مون ان پوڙهي کان پڇيو، "توکي خبر آهي تہ رسولِ خدا صلي الله عليہ وآلہ وسلم جن ڪٿي هوندا." هن چيو، "رسول صہ خدا ڪير؟" مون جواب ڏنو، "محمد صہ بن عبدالله." پوڙهي جواب ڏنو، "مان خدا ۽ رسول صہ کي نٿو سڃاڻان." مون هڪ پٿر کڻي ان کي هنيو، جنهن ڪري سندس مٿو ڦاٽي پيو. هن رڙيون ڪرڻ شروع ڪيون، ان جون رڙيون ٻڌي ڪيترائي سوار ۽ پيادل ماڻهو انهن جبلن جي وچ ۾ گڏ ٿي ويا. انهن سڀني مون تي حملو ڪري ڏنو، مون انهن سان مقابلو ڪيو، ايستائين جو اهي شڪست کائي ڀڄي ويا. اڳيان هلي مون هڪ عورت ڏٺي، جيڪا ڪاري رات کان بہ وڌيڪ ڪاري هئي. ان جي اکين مان باهہ ۽ نڪ مان دونهون نڪري رهيو هو. مون کي ڏسي ان هٿ زمين تي هنيو، ست ديو ظاهر ٿيا، انهن مون تي حملو ڪيو. انهن مان هڪ ديو جا مون بہ ٽڪر ڪري ڇڏيا، باقي ديو اهو ڏسي ڀڄي ويا. عورت آهہ ڀري ۽ چيو، "منهنجي چيلهہ ڀڄي پئي." ان عورت مون تي

حملو ڪيو. ان عورت جا بہ مون پہ ٽڪر ڪري ڇڏيا. اُن وقت انهن ٻنهي جبلن جي وچ ۾ عجيب قسم جو دونهون ظاهر ٿيو. مون نماز ادا ڪئي، جڏهن نماز کان فارغ ٿيس تہ دونهون غائب ٿي چڪو هو. اُن کانپوءِ پاڻ سڳورن صلي الله عليہ وآلہٖ وسلم وٽ پهتس. پاڻ صہ کي تمام گهڻي اڃ لڳي هئي. پاڻ صہ پاڻي پي مون کي فرمايو، "ايتري دير ڇو ڪيئي؟" مون جناب صہ جن جي خدمت ۾ سمورو قصو عرض ڪيو. پاڻ صہ فرمايو، "اهو پوڙهو ڏنار نہ پر ابليس هو. هو پنهنجي لشڪر کي وٺي توتي چڙهائي ڪرڻ آيو هو ۽ اها عورت بہ ان ئي لشڪر سان تعلق رکندي هئي. جڏهن تو ان ملعون کي قتل ڪيو تہ ملائڪ آسمان تي عجب ۾ پئجي ويا ۽ بهشت وارن خوش ٿيندي چيو. "سبحان الله، اڄ تو اسان کي اها نعمت عطا ڪئي آهي جو اڄ تائين اهڙي نعمت نصيبہ نہ ٿي هئي." بهشت چيو، "مون کي اهو ئي شرف ڪافي آهي تہ مان علي بن ابي طالب ع جو مسڪن آهيان."

# زمين سان ڳالهائڻ

اسماءَ بنت عميس رضہ کان روايت آهي تہ. مون سان حضرت فاطمہ عہ بنت محمد صہ ذڪر ڪيو تہ جنهن رات جناب امير مون وٽ تشريف کڻي آيا، مون زمين جو آواز ٻڌو. اهَا پاڻ عہ سان ڳالهيون ڪري رهي هئي ۽ پاڻ عہ زمين سان ڳالهيون ڪندا هئا. مون صبح جو پنهنجي والد محمد صلي الله عليہ وآلہٖ وسلم جن سان ان ڳالهہ جو ذڪر ڪيو تہ حضرت صلي الله عليہ وآلہٖ وسلم سجدي ۾ ڪري پيا ۽ دير ڪانپوءِ مٿو مبارڪ مٿي کڻي فرمايو. "اي فاطمہ عہ توکي بشارت هجي پاڪ نسل سان گڏ. بيشڪ الله تعاليٰ تنهنجي مڙس کي تمام خلقت تي فضيلت عطا ڪئي آهي ۽ زمين کي حُڪم ڏنو آهي تہ سمورن مخبرن سان جيڪو ڪجهہ ان تي وارد ٿيو آهي اولهہ کان اوير تائين اُن کي ٻڌائي.

# اٺ جو فيصلو

عمار بن ياسر رضہ کان روايت آهي تہ. مان حضرت اميرالمؤمنين عہ جي خدمت ۾ حاضر ٿيس. اوچتو ڪوفي جي مسجد مان هڪ آواز آيو. حضرت جن فرمايو، "اي عمار رضہ ذوالفقار کڻي اچ." مون حضرت عہ جن جي خدمت ۾ ذوالفقار پيش ڪئي. پاڻ عہ مون کي چيو، "اي عمار، ٻاهر هليو وڃ ۽ هن ماڻهوءَ کي عورت تي ظلم ڪرڻ کان روڪ. جيڪڏهن هو مُڙي وڃي تہ نيڪ آهي، نہ تہ مان پاڻ ان کي نيڪ ڪري ڇڏيندس." عمار رضہ چون ٿا تہ مان ٻاهر ويس تہ ڏٺم تہ هڪ مرد ۽ هڪ عورت ٻئي اٺ جي مهار جهلي وڙهي رهيا آهن. عورت چوي پئي تہ منهنجو اٺ آهي، مرد جي دعويٰ هئي تہ منهنجو اٺ آهي. مون ان مرد کي چيو تہ اميرالمؤمنين عہ فرمائن ٿا تہ تون ان عورت تي ظلم نہ ڪر. ان مرد چيو، "هاڻي علي عہ اهو چاهن ٿا تہ مان پنهنجو اٺ هن ڪوڙي عورت جي حوالي ڪري ڇڏيان تہ اهو ڪيئن ممڪن آهي؟" عمار رضہ چون ٿا تہ مان واپس اچي ويس ۽ اميرالمؤمنين عہ کي اهو ٻڌايم. پاڻ عہ اهو ٻڌي ٻاهر تشريف کڻي آيا. ڪاوڙ جا آثار پاڻ عہ جي چهري تي نمايان هئا. پاڻ عہ ان شخص کي فرمايو، "توتي افسوس آهي، تون ان عورت جي اٺ کي ڇڏي ڏي." مرد چيو، "هيءُ اٺ منهنجو آهي. هيءَ عورت ڪوڙي ۽ چالاڪ آهي." اميرالمؤمنين فرمايو، "تون ڪوڙو آهين، هي اٺ هن عورت جو آهي." مرد چيو، "ان جي ڪهڙي شاهدي آهي؟" پاڻ عہ فرمايو، "تون شاهدي گهرين ٿو، ان جو فيصلو اهو ڪندو جيڪو ڪوفہ وارن بہ نہ ڏٺو هوندو، جنهن کي تون ڪوڙو ثابت نہ ڪري سگهندين." مرد چيو، "جيڪڏهن ايئن آهي تہ مان اٺ هن عورت جي حوالي ڪري ڇڏيندس." حضرت اميرالمؤمنين عہ اٺ کي چيو، "اي اٺ، تون پاڻ ئي فيصلو ڪر تہ تون ڪنهن جي ملڪيت آهين؟" اٺ خدا جي حڪم سان ڳالهائڻ لڳو، "اي اميرالمؤمنين، مان هن عورت جي ملڪيت آهيان ۽ تقريبن ڏهن سالن کان آهيان." جڏهن همراهہ اٺ جي شاهدي ڏٺي تہ اهو تمام گهڻو شرمندو ٿيو ۽ اٺ ان عورت جي حوالي ڪيو. پاڻ عہ ان عورت کي فرمايو، "وڃ ۽ پنهنجو اٺ ڪاهي وڃ."

## ٻہ مڇيون

حارث بن عبدالله همداني رضہ بيان ڪن ٿا تہ، هڪ ڏينهن اسان اميرالمؤمنين حضرت علي عليہ السلام جي خدمت ۾ ويٺا هئاسين. پاڻ عہ اسان سان ڳالهيون ڪري رهيا هئا. حيره ڪان ايندڙ هڪ يهودي اسان وٽان گذريو. اُن وٽ ٻہ مڇيون هيون. حضرت اميرالمؤمنين عہ ان يهوديءَ کي سڏ ڪيو ۽ فرمايائون، "پنهنجي والدين کي بني اسرائيل ڪان گهٽي ۾ خريد ڪيو اٿئي." اهو ٻُڌي يهودي پريشان ٿي ويو ۽ سخت ڪاوڙ ۾ وڏي آواز سان چوڻ لڳو، "اي ماڻهؤ! توهان علي عہ بن ابي طالب جي ڳالهہ نٿا ٻُڌو، جيڪو ان ڳالهہ جو دعويدار آهي تہ هو غيب جو علم ڄاڻي ٿو ۽ مون کي چوي ٿو تہ مون پنهنجي ماءُ پيءُ کي بني اسرائيل ڪان ڪيتري قيمت تي خريد ڪيو آهي." يهوديءَ جي رڙين سبب ڪيترائي ماڻهو گڏ ٿي ويا. راوي جو بيان آهي تہ مان جڏهن اميرالمؤمنين عہ طرف ڏسي رهيو هئس تہ پاڻ عہ اهڙو ڪلام تلاوت فرمائي رهيا هئا، جنهن کي مون نہ سمجهيو هو. حضرت عہ هڪ مڇيءَ طرف متوجہ ٿي فرمايو، "مان توکي قسم ڏئي پڇان ٿو تہ ٻُڌاءِ تون ڪير آهين؟ ۽ مان ڪير آهيان؟" مڇيءَ خدا جي حڪم سان ڳالهايو، "توهان اميرالمؤمنين حضرت علي عہ ابن ابي طالب آهيو. اي شخصَ مان تنهنجو پيءُ فلاڻو بن فلاڻو آهيان. فلاڻي سنہ ۾ فوت ٿيو هئس، تو لاءِ فلاڻو فلاڻو مال ڇڏيو ۽ تنهجي هٿ ۾ فلاڻي فلاڻي نشاني آهي." پوءِ حضرت اميرالمؤمنين عہ ٻي مڇيءَ ڪان سوال ڪيو تہ، "مان ڪير آهيان، تون ڪير آهين؟" ٻي مڇيءَ خدا جي حڪم سان ڳالهايو ۽ چيو، "توهان اميرالمؤمنين حضرت علي عہ بن ابي طالب آهيو. اي شخص مان تنهنجي ماءُ آهيان، فلاڻي شخص جي ڌيءُ آهيان، فلاڻي سنہ ۾ وفات ڪئي هئم. تنهنجي هٿ ۾ فلاڻي نشاني آهي." حاضر ماڻهو اهو ڏسي وڏي آواز ۾ چوڻ لڳا، "اسان سڀ شاهدي ڏيون ٿا تہ الله ڪان سواءِ ڪوبہ عبادت جي لائق ڪونهي. محمد صلي الله عليہ وآلہ وسلم الله جا رسول صہ آهن. پاڻ عہ اميرالمؤمنين آهن." يهودي اهو ڏسي مسلمان ٿي ويو ۽ شاهدي ڏني تہ الله ڪان سواءِ ڪوبہ عبادت جي لائق ناهي، محمد صلي الله عليہ وآلہ وسلم الله جا رسول صہ آهن. پاڻ عہ اميرالمؤمنين آهن. ماڻهو واپس هليا ويا. انهن جي دلين ۾ پاڻ عہ جن جي معرفت اجا وڌي وئي.

# پٿر تي نبين جا نالا

عمار رضہ کان روايت آهي تہ، اميرالمؤمنين عہ جي خدمت ۾ حاضر هئس، پاڻ عہ کوفہ کان روانا ٿيا، ان علائقي کي طئہ فرمايو جنهن کي بجل چون ٿا، جيڪو ويفہ کان ٻہ فرسخ جي پنڌ تي آهي. بجلہ جا پنجاهہ يهودي پاڻ عہ جي خدمت ۾ حاضر ٿيا ۽ پاڻ عہ جي خدمت ۾ عرض ڪيائون، "يا اميرالمؤمنين عہ اسان وٽ هڪ پٿر هو، جنهن تي ڇهہ نبين جا نالا لکيل هئا، هاڻي اهو پٿر اسان وٽان گم ٿي ويو آهي، اسان تمام گهڻو ڳوليو پر اهو اسان کي ڪٿي بہ نہ مليو. جيڪڏهن توهان امام برحق آهيو تہ اهو پٿر اسان کي ڳولي ڏيو." حضرت عہ انهن يهودين کي فرمايو، "مون سان گڏ اچو." عمار رضہ جو بيان آهي تہ اهي سڀ پاڻ عہ جي پويان پويان هلندا رهيا. ايستائين جو خشڪيءَ جي اهڙي جڳهہ تي پهچي ويا جتي واريءَ جو هڪ تمام وڏو جبل موجود هو. حضرت عہ هوا سان مخاطب ٿي فرمايو، "اي هوا، هن واريءَ کي پٿر تان اڏائي ڇڏ." هڪ ڪلاڪ اندر سموري واري اڏامي وئي ۽ پٿر ظاهر ٿي ويو. حضرت عہ فرمايو، "هي ئي توهان جو پٿر آهي؟" يهودين عرض ڪيو، "اسان ٻُڌو آهي تہ ان پٿر تي ڇهہ نبين جا نالا لکيل آهن پر اسان ڏسي رهيا آهيون تہ هن تي اهي نالا لکيل ناهن، جن کي اسان پنهنجي ڪتابن ۾ پڙهيو آهي ۽ ٻُڌو آهي." حضرت اميرالمؤمنين عہ فرمايو، "نالا ان تي لکيل آهن، جهڙيءَ طرح هي زمين تي موجود هو. هن کي اٿلايو." انهن سيني گڏجي ڪري ان پٿر کي ڪڍڻ جي ڪوشش ڪئي پر اهي سڀ ناڪام ويا. حضرت عہ فرمايو، "توهان سڀ پري ٿي وڃو." پاڻ عہ هٿ وڌائي پٿر کي اٿلائي ڇڏيو. پٿر تي انهن ڇهن نبين جا نالا موجود هئا، جيڪي صاحبِ شريعت آهن، حضرت آدم عہ، حضرت نوح عہ، حضرت ابراهيم عہ، حضرت موسيٰ عہ، حضرت عيسيٰ عہ ۽ حضرت محمد مصطفيٰ صلي الله عليہ وآلہٖ وسلم. يهودين جي خواهش موجب مراد پوري ٿي تہ بي اختيار

سيني چيو، "اسان شاهدي ڏيون ٿا تہ الله تعاليٰ کان سواءِ ڪوبہ عبادت جي لائق ڪونهي، حضرت محمد مصطفيٰ صلي الله عليہ وآلہٖ وسلم خدا جا رسول ﷺ آهن. پاڻ ع اميرالمؤمنين آهن. الله تعاليٰ جي زمين تي محبت الله آهي، جنهن پاڻ ع کي سڃاتو نيڪ بخت ٿيو ۽ نجات حاصل ڪيائين. جنهن پاڻ ع جي مخالفت ڪئي، اُهو گمراهہ ٿي جهنم ۾ ڪريو. پاڻ ع جا فضائل ڳڻڻ کان وڌيڪ آهن، پاڻ ع جا احسان اڻ ڳڻيا آهن." سمورا يهودي مسلمان ٿي ويا.

# سائي وڻ کي باھ

ابوذر غفاري رضہ کان روايت آهي تہ مان هڪ جنگ ۾ رسول الله صلي الله وآلہٖ وسلم جن سان گڏ هئس. جڏهن رات جو وقت ٿيو تہ سخت ٿڌي هوا لڳي، آسمان تي چئني طرفن کان بادل ڇانئجي ويا ۽ برسات وسڻ شروع ٿي وئي. تقريبن اڌ رات گذري چڪي هئي. پاڻ صہ جي معروف اصحابن جي جماعت جناب جي خدمت ۾ حاضر ٿي ۽ عرض ڪيو تہ، "يا رسول الله صلي الله عليہ وآلہٖ وسلم ماڻهن کي سيءُ لڳي رهيو آهي ۽ اهي پُسي ويا آهن. باھ ٻارڻ لاءِ ڪابہ شيءِ ناهي. وڻ بہ ساوا آهن ۽ پاڻيءَ سان پُسيا پيا آهن. جنهن سبب باھ ٻارڻ ناممڪن آهي. سخت سيءُ سبب لشڪر موت جي ويجهو پهچي چڪو آهي. جيڪڏهن باھ جو انتظام ٿي وڃي تہ بهتر آهي." رسول خدا صلي الله عليہ وآلہٖ وسلم جن لشڪر وارن جي مجبوري ٻڌي تہ حضرت علي عہ سان مخاطب ٿي فرمايائون، "اي علي عہ اٿ ۽ هنن ماڻهن لاءِ باھ جو بندوبست ڪر." حضرت عہ اٿيا، هڪ سائي وڻ جي ٽاري ٽوڙي، جنهن کي باھ لڳڻ مشڪل هئي پر اُن سان پاڻ عہ باھ ٻاري. ماڻهن ان باھ سان پنهنجي پنهنجي جڳهہ تي باھ ٻاري پنهنجو پاڻ کي گرم ڪيو ۽ سڀني خدا جو شڪر ادا ڪيو. رسول الله صلي الله عليہ وآلہٖ وسلم ۽ اميرالمؤمنين عہ جي ساراھ ڪئي.

# هر هڪ کي ٽي دينار

ابن عباس رضہ کان روايت آهي تہ، حضرت علي عہ پنهنجي خلافت واري دؤر ۾ هڪ دفعو منبر تي تشريف کڻي ويا ۽ اسان کي حڪم ڏنائون تہ، "سڀ حاضر ٿيو." جڏهن سڀ حاضر ٿيا تہ پاڻ عہ اعلان ڪيو تہ ڪنهن ماڻهوءَ کي مون سان نفرت آهي؟ جڏهن پاڻ عہ اهو آواز بـُلند فرمايو تہ هر طرف کان آواز اچڻ لڳو، "اسان راضي آهيون. اسان تسليم ڪريون ٿا. اسان رسول صہ ۽ اُن جي ابن عم جي اطاعت ڪريون ٿا." پاڻ عہ عمار رضہ کي فرمايو، "بيت المال وڃ ۽ هر هڪ ماڻهوءَ کي ٽي دينار ڏئي ڇڏ ۽ مون لاءِ بہ ٽي دينار کڻي اچ." عمار رضہ ۽ ابو هشيم هڪ جماعت سانْ گڏ بيت المال طرف هليا ويا. حضرت جن مسجد ۾ نماز ادا ڪئي. پاڻ عہ بيت المال مان ٽي لک دينار ڪنيا ۽ ماڻهن جو تعداد هڪ لک هو، سڀني کي ٽي ٽي دينار ڏنا ويا. پاڻ عہ جي حصي ۾ بہ ٽي دينار آيا. عمار رضہ چيو، "خدا جو قسم، حق توهان لاءِ آيو، نہ مال جو عِلم هو ۽ نہ مال ونڊڻ جي ڄاڻ هئي. صرف اهو معجزو دلالت ڪري ٿو تہ ان ماڻهوءَ جي اطاعت توهان تي واجب آهي، جنهن پنهنجي علم سان دينارن ۽ ماڻهن جو صحيح تعداد بيان فرمايو." ٻن ڇئن ان ڳالهہ کي مڃڻ کان انڪار ڪيو.

# قاتل جي خبر

حضرت علي اميرالمؤمنين عہ پنهنجي شهادت جي پاڻ خبر رکندا هئا. جنهن جون كيتريون ئي روايتون آهن. ابن سيرين كان روايت آهي تہ، جيكڏهن كو ماڻهو پنهنجي موت كان باخبر هجي تہ اهو كڏهن ايندو، اهو علي عہ ابن ابي طالب هئا. حضرت امام جعفر عہ صادق كان روايت آهي تہ حضرت علي عہ حكم ڏنو تہ جيكي ماڻهو كوفي ۾ رهن ٿا، انهن جا نالا لکي وٺو. كوفي ۾ رهندڙن جا سمورا نالا لکي جناب جي خدمت ۾ پيش كيا ويا. حضرت عہ انهن نالن كي پڙهڻ شروع كيو. جڏهن ابن ملجم جي نالي تي پهتا تہ پنهنجي آگر ان جي نالي تي ركي ڇڏي ۽ فرمايو، "خدا توكي هلاك كري." كنهن پڇيو، "جڏهن توهان كي خبر آهي تہ هيءَ ماڻهو توهان كي قتل كندو تہ توهان ان كي پاڻ پهرين قتل ڇو نٿا كري ڇڏيو." پاڻ عہ فرمايو، "الله تعاليٰ گناهہ ٿيڻ كان اڳ سزا نٿو ڏئي."

# ڪربلا جي زمين

ازالتہ الخلفاءِ ۾ شاھ ولي الله لکن ٿا تہ معتبر روايت سان اھا
اڳڪٿي حضرت علي عہ پنجويھہ سال اڳ فرمائي ھئي تہ حضرت امام
حسين عہ ۽ سندن ساٿي ڪربلا جي زمين تي فرات جي ڪپ تي شھادت
ماڻيندا. اصنع ڪان روايت آھي تہ، اسان حضرت علي اميرالمؤمنين عہ
سان گڏ وڃي رھيا ھئاسين. پاڻ عہ جو گذر ڪربلا ڪان ٿيو تہ پاڻ عہ
فرمايو، "ھن جڳھ تي امام عہ جي قبر ٺھندي. ھن جڳھہ اٺ ويھندا ۽
ھن جڳھہ تي پالان رکيو ويندو. ھن جڳھہ تي رت وھايو ويندو، ھن جڳھہ
تي آلِ مصطفيٰ صہ جا جوان شھيد ٿيندا، جنھن تي آسمان زمين روئندا."
اھا اڳڪٿي پاڻ عہ جن صفين تي ويندي فرمائي ھئي. تاريخ پاڻ عہ جي
اڳڪٿي صحيح ڪري ڏيکاري.

# حضرت مثيم رضہ تمار جي شھادت

مناقب مرتضوي ۾ مولانا محمد صالح ڪشفي چشتيءَ لکيو آهي تہ، هڪ ڏينهن حضرت علي عہ اميرالمؤمنين پنهنجي خاص اصحابن سان گڏ هئا، جن ۾ مثيم رضہ بہ شامل هو. پاڻ عہ مثيم رضہ سان مخاطب ٿي فرمايو، "اي مثيم جيڪڏهن شام جو حاڪم توکي گهرائي ۽ مون مان بيزاريءَ جو اظهار ڪرڻ لاءِ چوي تہ تون ڇا ڪندين." جناب مثيم رضہ عرض ڪيو، "يا اميرالمؤمنين عہ مان اهو ڪم ڪڏهن بہ نہ ڪندس. پاڻ عہ جي محبت جو پلئہ ڪڏهن بہ نہ ڇڏيندس." حضرت علي عہ فرمايو، "خدا جو قسم، هو توکي قتل ڪري ڇڏيندو. توکي سوليءَ تي چاڙهڻ جو حڪم ڏيندو ۽ تنهنجي وات ۾ لغام بہ وجهرائيندو." جناب مثيم رضہ چيو، "يا اميرالمؤمنين مان صبر ڪندس. مان پنهنجي جان بچائڻ لاءِ ڪڏهن بہ توهان عہ جي محبت تان هٿ نہ کڻندس." پاڻ عہ فرمايو، "تون بهشت ۾ اسان سان گڏ هوندين."

وقت گذرڻ کانپوءِ اهو وقت اچي ويو جو شام جي حاڪم جي حڪم سان مثيم رضہ کي گرفتار ڪري اُن جي سامهون آندو ويو تہ شام جي حاڪم چيو، "اي مثيم رضہ جيڪڏهن تون پنهنجي زندگي چاهين ٿو تہ علي بن ابي طالب کان نفرت جو اظهار ڪر." جناب مثيم رضہ فرمايو، "حضرت اميرالمؤمنين عہ جي دشمنن سان نفرت ڪريان ٿو، انهن تي لعنت وجهان ٿو." شام جو حاڪم ڪاوڙ ۾ اچي ويو ۽ جناب مثيم رضہ کي عمران بن حارث جي گهر جي دروازي تي اُبتو ٽنگيو ويو. چار ڏينهن کانپوءِ سندن رت وهڻ لڳو پر انهيءَ مرڻ واري حالت ۾ بہ پاڻ محبت علي عہ تان هٿ نہ کنيو ۽ اهو ئي چوندا رهيا. "اچو ۽ مون کان پڇو، مان بني اميہ جا عيب ۽ فساد ظاهر ڪريان." جڏهن ان جو اطلاع حاڪم کي پهتو تہ ان حڪم ڏنو تہ يڪدم سندس وات ۾ لغام وڌو وڃي تہ جيئن هو ڳالهائي بہ نہ سگهي." ۽ جناب مثيم رضہ جي وات ۾ لغام وڌو ويو. اُن ڏينهن سندن شهادت ٿي. حضرت علي عہ جيڪو ڪجهہ سندن شهادت جي باري ۾ بيان ڪيو هو اهو سڀ ڪجهہ صحيح ثابت ٿيو.

# زنا جي تهمت

هڪ ماڻهو جنهن جو نالو ثابت هو، جيڪو پنهنجي پرهيزگاريءَ سبب تمام گهڻو مشهور هو. هڪ ڀيري مديني کان مڪي طرف هڪ قافلو روانو ٿيو ته هن حضرت علي عہ کي چيو ته، "مون کي قافلي جي سالار سان گڏ موڪليو." پاڻ فرمائش موجب کين قافلي جي سالار جي حوالي ڪري ڇڏيو جو هو کين حفاظت سان مڪي پهچائي. ثابت هڪ خوبصورت نوجوان هو، سندن عبادت گذاريءَ سبب سموري قافلي جا ماڻهو سندن تمام گهڻي عزت ڪندا هئا. ثابت جي خوبصورتي ۽ جوانيءَ کي ڏسي قافلي جي هڪ نوجوان عورت مٿس عاشق ٿي پئي. قافلو رات جو هڪڙي جڳهہ تي ٽِڪيو ته اها خوبصورت عورت رات جي اونداهيءَ ۾ ثابت رضہ جي خيمي اندر اچي وئي. هر طرح سان پاڻ طرف متوجہ ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي پر نيڪ شخص ٿورو بہ ان عوْرت طرف متوجہ نہ ٿيو. نيٺ ان عورت ثابت رضہ کي وڌيڪ متوجہ ڪرڻ لاءِ اڌ اگهاڙي لباس ۾ کين آڇ ڪئي پر ثابت رضہ وري بہ ان طرف متوجہ نہ ٿيو. جڏهن ان عورت ڏٺو تہ هي شخص ڪهڙي بہ نموني سندس ڄار ۾ ڦاسڻ لاءِ تيار ناهي تہ اها عورت اهو چئي هلي وئي تہ مان توکي اهڙي الزام ۾ گرفتار ڪرائينديس جنهن جي شرمندگي تنهنجي دامن کي ڪارو ڪري ڇڏيندي. پاڻ رضہ ان جي ڳالهين کان ٿورو بہ خوفزده نہ ٿيا ۽ فرمايو، "خدا وڏو عادل آهي، اهو ئي مون کي ان ذلت مان ڇوٽڪارو ڏياريندو."

مطلب تہ شهوت جي غلبي سبب ان عورت پنهنجي مراد هڪ غلام مان پوري ڪئي ۽ هوءَ ان غلام مان حاملہ بہ ٿي وئي. جڏهن هن کي پنهنجي ان عمل جي خبر پئي تہ ان عورت ثابت رضہ کي خوار ڪرڻ لاءِ اهو حمل اُن جي مٿان هڻڻ جو منصوبو ناهيو. هڪ رات ثابت رضہ کي سُتل ڏسي هن پنهنجو زيورن جو دٻو ان جي سامان ۾ رکي ڇڏيو. ٻئي لمحي گوڙ ڪرڻ لڳي تہ منهنجو زيورن جو دٻو چوري ٿي ويو آهي. جڏهن قافلي جي سالار ٻُڌو تہ سمورن قافلي وارن جي تلاشي ورتي وئي پر ڪنهن وٽان بہ زيور نہ مليا. ان عورت پنهنجو شڪ ثابت رضہ تي ظاهر ڪيو ۽ ان سان گڏ اهو بيان بہ ڏنو تہ مان هاڻي انهيءَ راز کي کوليان ٿي

تہ هن شخص فلاڻي رات منهنجي خيمي ۾ گهڙي مون سان زنا ڪيو. مون گوڙ ڪرڻ چاهيو تہ هن مون کي مارڻ جي ڌمڪي ڏني. مان موت جي ڊپ کان ماٺ رهيس. اُن رات هن مون سان زنا ڪيو. جنهن جي نشاني هيءُ حمل آهي ۽ منهنجو شڪ بہ اهو آهي تہ منهنجي زيورن جو دٻو هن چوري ڪيو آهي. قافلي جو سالار پريشان ٿي ويو، ڇو تہ هو ثابت رضہ کي تمام چڱيءَ طرح سڃاڻيندو هو تہ هي تمام گهڻو نيڪ آهي پر قافلي جو سالار ثابت رضہ جي تلاشي وٺڻ لاءِ مجبور ٿيو. جڏهن تلاشي ورتي وئي تہ ان سامان مان عورت جي زيورن جو دٻو مليو. اهو ڏسي سمورن قافلي وارن ۽ سالار جو شڪ يقين ۾ بدلجي ويو. حقيقت سيني اڳيان سامهون هئي. قافلي جي سالار هن کي حضرت عمر رضہ جي خدمت ۾ پيش ڪيو. حضرت عمر رضہ سمورن قافلي وارن جي شاهدي گهري، سيني هڪ زبان ٿي چيو تہ زيورن جو دٻو ثابت رضہ جي سامان مان مليو آهي. حضرت عمر رضہ سمورن واقعن جي تصديق ڪرڻ کانپوءِ ثابت رضہ کي چوري ۽ زنا جي ڏوهہ ۾ سنگسار ڪرڻ جو حڪم ڏنو. ان جي خبر مڪي کان مديني تائين پکڙجي وئي. جنهن بہ ٻُڌي اهو حيران رهجي ويو. جڏهن حضرت علي عہ کي ان جو اطلاع مليو تہ پاڻ عہ حضرت امام حسن عہ کي روانو ڪيو ۽ فرمايو تہ اجا ان کي سزا نہ ڏني وڃي. مان اچان ٿو. ڪجهہ دير کانپوءِ پاڻ عہ دارالشرع پهچي ويا. پاڻ عہ ان عورت کي گهرايو. پاڻ عہ ان عورت سان مخاطب ٿي فرمايو، "مون کي سڃاڻين ٿي؟ منهنجو نالو ڇا آهي؟ مون کي علي ابن ابي طالب چون ٿا. سچ سچ ٻُڌاءِ تہ حمل ڪنهن جو آهي؟" عورت عرض ڪيو، "يا اميرالمؤمنين عہ ثابت تي ڏوهہ ثابت ٿي چڪو آهي. سموري قافلي جا ماڻهو شاهد آهن." جڏهن ڏنائون تہ عورت ڪنهن بہ نموني سچ بيان نٿي ڪري تہ پاڻ عہ امام حسن عہ کي حڪم ڏنو تہ وڃي گهر جي اندر فلاڻي جڳهہ تان عصا ۽ ڪپڙي جو ٽڪرو کڻي اچ. امام حسن عہ اهي شيون حضرت علي عہ جي خدمت ۾ پيش ڪيون. پاڻ عہ هڪ پردي ۾ عورت کي لڪائي نيم عصا ۽ ڪپڙو ان جي پيٽ تي رکيو. اسماءَ الحسنيٰ مان هڪ اسم پڙهي فرمايو، "اي پيٽ جا ٻار، جيڪو ڪجهہ حق ۽ سچ آهي، اهو بيان ڪر." ٻار قادرِ مختار جي حڪم سان وڏي آواز سان چوڻ لڳو، "خدا هڪ آهي،

محمد مصطفيٰ صلي الله عليہ وآلہ وسلم خاتم الانبياءَ آهن، مرتضيٰ علي حضرت مصطفيٰ صہ جن جا وصيَ آهن." پاڻ عہ فرمايو، "مان اهو نٿو پڇان، تون ٻڌاءِ تہ تون ڪنهن جي تـُخم مان آهين ۽ هي زيورن جو دٻو ثابت جي سامان ۾ ڪيئن پهتو؟" ٻار ماءُ جي پيٽ مان عرض ڪرڻ لڳو، "يا اميرالمؤمنين هن عورت جيڪا منهنجي ماءُ ٿيڻ واري آهي ان پنهجي پاڻ کي ثابت رضہ جي سامهون ڪيترائي ڀيرا پيش ڪيو پر اهو شخص ٿورو بہ ان طرف متوجہ نہ ٿيو ۽ ان عورت پنهنجي خواهش هڪ غلام مان پوري ڪئي ۽ مان ان غلام جو تـُخم آهيان. زيورن جو دٻو ان عورت ثابت تي چوريءَ جو الزام لڳائڻ لاءِ فلاڻي رات جو فلاڻي وقت ان جي سامان ۾ رکيو." سموري خلقت جنهن ۾ حضرت عمر رضہ ۽ قافلي جو سالار بہ موجود هئا، اهو معجزو ڏسي حيران ٿي ويا. حقيقت کـُلي وڃڻ ڪانپوءِ ان عورت بہ سيني جي سامهون پنهنجي گناهہ ۽ ثابت رضہ تي الزام لڳائڻ جو اعتراف ڪيو. ان ڪانپوءِ ان عورتً کي ان جي گناهہ جي سزا ڏني وئي. حضرت عمر رضہ ۽ ٻين صحابين حضرت علي عہ کي چيو تہ "هي عصا ۽ پلاس ڇا آهن؟" حضرت علي عہ ان جي وضاحت ڪندي فرمايو، "هڪ ڏينهن جو ذڪر آهي تہ مان هن ئي مسجد ۾ وينو هئس. پاڻ سڳورا صلي الله علي وآلہ وسلم جن بہ اسان وچ ۾ تشريف فرما هئا جو ايتري ۾ ثابت رضہ آيو، جيڪو ان وقت تمام ننڍي عمر جو هو. پاڻ سڳورا صلي الله علي وآلہ وسلم جن ان سان تمام مهربانيءَ سان پيش آيا. اُن وقت پاڻ سڳورن صلي الله علي وآلہ وسلم جن ثابت رضہ طرف ڏسي فرمايو، "هن نيڪ ماڻهوءَ تي فلاڻي دؤر ۾ چوري ۽ زنا جي تهمت لڳائي ويندي ۽ هن کي سنگسار ڪرڻ جو حڪم ڏنو ويندو." مون عرض ڪيو تہ "يا رسول الله صلي الله علي وآلہ وسلم، ان مان نجات جي تدبير ڇا هوندي؟" ان وقت هي ڪاٺ ۽ گزي جو ٽڪر ڏئي فرمايائون، "جڏهن ان قسم جو واقعو پيش اچي تہ ان کي عورت جي پيٽ تي رکي ڇڏجانءِ، رحم ۾ تـُخم هوندو، اهو ڳالهائيندو ۽ جيڪو ڪجهہ حق ۽ سچ هوندو، اهو بيان ڪري ڇڏيندو."

# خولہ جو بيان

حضرت ابوبڪر رضہ جي خلافت واري دؤر ۾ هڪ اهم واقعو جيڪو حضرت علي عہ مشڪل ڪشا پنهنجي روحاني ڪشف سان حل فرمايو. پاڻ عہ خالد بن وليد کي هڪ جماعت سان گڏ قبيلي بني حنيفہ طرف روانو ڪيو. جيڪو زڪوات ادا ڪرڻ ۾ دير ڪري رهيو هو. خالد ان قبيلي تي قبضو ڪيو ۽ تمام گهڻو مال غنيمت ۽ قيدين کي وٺي حضرت ابو بڪر رضہ جي خدمت ۾ حاضر ٿيو. انهن قيدين ۾ سردار قبيلي جي هڪ ڇوڪري بہ هئي. جڏهن ان جي نظر قبر منور تي پئي تہ تمام گهڻو باڏائڻ لڳي ۽ عرض ڪيو. "يا رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم مان توهان وٽ فرياد ڪٽي آئي آهيان." حضرت ابو بڪر رضہ پڇيو تہ. "تنهنجي ڪهڙي شڪايت آهي؟" هن جواب ڏنو، "اسان مسلمان آهيون. پوءِ اسان کي ڇو قيدي بڻايو ويو آهي؟" ان عورت چيو، "حقيقت اها آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي زماني کان دستور رهيو آهي تہ مالدار ماڻهو پنهنجن غريب پائرن کي زڪوات ادا ڪندا رهيا آهن. اسان ان ئي دستور کي قائم رکڻ چاهيون ٿا پر خالد اها التماس قبول نہ ڪئي." حاضرين مان ڪنهن ماڻهوءَ چيو. "اي امير، هن ڇوڪريءَ جي ڳالهين ۾ نہ اچجو. اها ايئن ئي چوي پئي." حضرت ابو بڪر رضہ چيو. "عهدِ رسول صلي الله عليہ وآلہ وسلم ۾ اهو قاعدو هو تہ اصحابن مان جيڪو ماڻهو ڪنهن قيديءَ تي مٿي تي ڪپڙو رکندو هو اُهو ان سان منسوب ڪئي ويندي هئي. توهان ماڻهو بہ ايئن ڪريو." بن ماڻهن اڳيان وڌي ان ڇوڪريءَ جي مٿي تي ڪپڙو رکيو تہ جيئن ڪيس پنهنجي زال بڻائي سگهن. خولہ فرمايو. "خدا جو قسم ائين ڪڏهن بہ نٿو ٿي سگهي. اهو ممڪن ناهي، سواءِ ان شخص جي جيڪو منهنجي ولادت جي حالت ٻڌائي، جيڪو ڪجهہ مون پئدائش وقت چيو هو اُهو ٻُڌائي." هڪ شخص اها ڳالهہ ٻُڌي چيو. "جيئن تہ هيءَ ڇوڪري قيدي آهي، اُن ڪري اهڙيون ڳالهيون ڪري رهي آهي، جيڪي

بلڪل ناممڪن آهي." خولہ جواب ڏنو، "خدا جو قسم مان سچ بيان ڪري رهي آهيان. منهنجي شادي صرف ان ماڻهوءَ سان ٿي ممڪن آهي، جيڪو اهو سڀ ڪجهہ بيان ڪري."

اتفاق سان ڪجهہ دير ڪانپوءِ حضرت علي عہ بہ اتي تشريف فرما ٿيا، پاڻ عہ ان ڇوڪريءَ سان مخاطب ٿي فرمايو، "غور سان ٻڌ. جڏهن تنهنجي پيدا ٿيڻ جو وقت ويجهو آيو تہ تنهنجي ماءُ هٿ کڻي دعا ڪئي هئي تہ اي خدا مون کي هن ٻار جي ولادت ۾ سلامتي فرماءِ. ان جي دعا قبول ٿي ۽ تو پيدا ٿي چيو هو، "لاالاالاالله محمد رسول الله" ۽ چيو، "اي منهنجي ماءُ، منهنجو نڪاح سردار حيدر سان ڪجانءِ، جنهن مان مون کي هڪ ڇوڪرو پيدا ٿيندو." جيڪي ماڻهو ان وقت اتي موجود هئا، اهي تنهنجي ڳالهين کان تمام گهڻا حيران ٿيا هئا ۽ جيڪو ڪجهہ تو کان ٻڌو هو اهو هڪڙي ٽامي جي ٽڪري تي لکيل هو. ان کي تنهنجي ماءُ تنهنجي پيدائش جي جڳهہ تي پوري ڇڏيو هو. جڏهن ان تي موت جا آثار نمودار ٿيا تہ هن توکي ان جي حفاظت ڪرڻ جي وصيت ڪئي ۽ قيدي ٿيڻ وقت تو ان ٽامي جي ٽڪري کي ڪوشش ڪري ڪڏي پنهنجي ٻانهہ تي ٻڌي ورتو ۽ ٻڌ ان فرزند جو پيءُ علي بن ابي طالب هوندو."

خولہ ٻانهن تي ٻڌل ان ٽڪري کي ڪڍي سڀني جي سامهون ظاهر ڪيو. سمورا اصحابي موجود هئا، جيڪو ڪجهہ پاڻ عہ فرمايو هو اهو ان تي لکيل هو. سڀني هڪ ئي زبان ٿي فرمايو، "قولِ رسول صلي الله عليہ وآلہ وسلم آهي، شهرِ عِلم مان آهيان ۽ علي عہ ان جو دروازو آهي." ان ڪانپوءِ حضرت ابوبڪر رضہ فرمايو، "ابوالحسن، هيءَ ڇوڪري توهان عہ جي امانت آهي، پاڻ عہ جو حق آهي." پاڻ عہ خولہ کي اسماءَ بنت عميس جي حوالي ڪيو، جيڪا تڏهن حضرت ابوبڪر رضہ جن جي گهر واري هئي. ڪجهہ ڏينهن ڪانپوءِ جڏهن خولہ جا ڀائر آيا، پيڻ طرفان وڪيل ٿيا ۽ پوءِ پاڻ حضرت علي عہ جن جي گهر واري ٿي.

# هڪ يتيم تي ظلم

جڏهن بہ مشڪل وقت آيو، مشڪل ڪشا عہ ئي مشڪل آسان فرمائي، اهو ئي سبب آهي جو پاڻ عہ مشڪل ڪشا آهن، اهو شرف پاڻ عہ کي ئي حاصل آهي تہ حضرت علي عہ پنهنجي ڪشف سان ڏکيائين کي آسان ڪري ظالم کان مظلوم کي حق ڏياريو. اهڙيءَ طرح جو هڪڙو واقعو حضرت عمر رضہ جي دؤر ۾ پيش آيو، جنهن کي حضرت علي عہ پنهنجي روحاني طاقت سان حل فرمايو. حضرت عمر رضہ جي دؤر ۾ جناب ابو عبدالله انصاري رضہ وفات ڪئي. حضرت عبدالله رضہ پنهنجي پويان اسي هزار دينار ۽ هڪ ٽن سالن جو پٽ ڇڏيو. سندن زال سندن وفات جي ڪجهہ عرصي کانپوءِ ٻي شادي ڪري ورتي. اهڙيءَ طرح وقت گذرندو رهيو، ٻار بہ پهرين کان ڪجهہ سمجهدار ٿي ويو هو ۽ پنهنجي ٻُري ڀلي جي ڄاڻ رکندو هو. هڪ ڏينهن هن ڏٺو تہ سندس پيءُ جي ڇڏيل مال مان سندس ماءُ پنهنجي مڙس کي ڪجهہ درهم ڏئي رهي آهي، ڇوڪري جڏهن پنهنجي ماءُ جي اها حرڪت ڏٺي تہ هن پنهنجي ماءُ سان احتجاج ڪيو. عورت ان وقت تہ ڪجهہ نہ چيو پر دل ۾ سوچيو تہ هن جو هينئر کان هي حال آهي تہ اڳيان هلي الائي ڇا ڪندو، جنهن سان منهنجي زندگي عذاب نہ ٿي وڃي. هن پنهنجي موجوده مڙس سان ملي ڪري اها ڳالهہ مشهور ڪئي تہ هي منهنجو پٽ ناهي پر ابو عبدالله انصاري رضہ جو خريد ڪيل غلام آهي. هُن ٻار کي شفقت ۽ محبت سان پاليو هو، جنهن جي ڪري اهو ڇوڪرو ان غلط فهميءَ جو شڪار ٿي ويو تہ مان هن جي سڳي ماءُ آهيان. جڏهن ان ڇوڪري پنهنجي سڳي ماءُ واتان اها ڳالهہ ٻڌي تہ هن کي تمام گهڻو ڏک ٿيو. جنهن جو فرياد هن حضرت عمر رضہ جي دربار ۾ پيش ڪيو، "اميرالمؤمنين! مون کي منهنجي ماءُ کان منهنجو حق ڏياريو وڃي. منهنجي ماءُ مرحوم پيءُ جي ملڪيت کي آهستي آهستي پنهنجي مڙس

تي خرچ ڪري رهي آهي. اُن ڪري مون کي منهنجي ماءُ کان حق ڏياريو وڃي." جڏهن ماءُ کي ان جو اطلاع مليو تہ هن ڪجهہ ماڻهن کي پئسن جي لالچ ڏئي ڪوڙي شاهديءَ لاءِ تيار ڪيو. هن جي ماءُ حضرت عمر رضہ جي دربار ۾ پيش ٿي. جڏهن عمر رضہ هن جي ماءُ کي چيو تہ، "تون پنهنجي پٽ جو حق ڇو نٿي ڏين؟" ان عورت جواب ڏنو تہ، "اهو ڇوڪرو منهنجو حقيقي پٽ ناهي پر خريد ڪيل غلام آهي، جنهن کي مون پنهنجي اولاد جيان پاليو آهي. هاڻي اجايو پنهنجو حق پيو گهري." شاهديءَ لاءِ ڪجهہ ماڻهن کي پيش ڪيو. شاهدي مڪمل ٿيڻ ڪانپوءِ ان عورت کي حضرت عمر رضہ آزاد ڪري ڇڏيو ۽ ان ڇوڪري کي قيد ۾ وجهرائي ڇڏيو. ڪجهہ ئي ڏينهن ۾ اهو ڇوڪرو قيد ۾ تمام گهڻو ڪمزور ٿي ويو. هڪ ڏينهن قيدخاني جي محافظ کي هن تمام عاجزيءَ سان درخواست ڪئي تہ منهنجو هن قيدخاني ۾ ساهہ ٿو گهُٽجي، خدا جي واسطي مون کي ڪجهہ دير لاءِ ٻاهر ڪڍ تہ جيئن مان تازي هوا کائي سگهان. ان محافظ کي ڇوڪري تي رحم اچي ويو ۽ هن ان کي ڪجهہ دير لاءِ ٻاهر ڪڍي ڇڏيو. ڇوڪرو قيدخاني کان ٻاهر ڪنڌ جهُڪائي تمام حسرت ۽ مايوسيءَ جي حالت ۾ وينو هو. اتفاق سان حضرت عمر رضہ جو پُٽ اتان لنگهيو. ان جڏهن ڇوڪري جي اها حالت ڏٺي تہ رحم کائيندي ان کان پڇيو، "ڇا ڳالهہ آهي جو تون هن قيدخاني ۾ پريشانيءَ جي حالت ۾ وينو آهين؟" ڇوڪري پنهنجي سموري ڪيفيت بيان ڪئي تہ ڪيس چيائين، "تون حضرت علي عہ وٽ هليو وڃ. انهن جي ئي وسيلي توکي تڪليف مان نجات ملي سگهي ٿي." ڇوڪري چيو، "مون کي ڪير هتان کان وڃڻ ڏيندو؟" انهيءَ پنهنجي ضمانت تي ڇوڪري کي حضرت علي عہ جي گهر تائين وڃڻ جي اجازت ڏني. ڇوڪرو ڪرندو ٿابڙندو حضرت علي عہ جي خدمت ۾ حاضر ٿيو. حضرت علي عہ جڏهن ان ڇوڪري کي ان حالت ۾ ڏٺو تہ تمام شفقت ۽

محبت سان پيش آيا. ان کي وهنجاري سهنجاري صاف سترا ڪپڙا پهرائي فرمايو، "گهبراءِ نہ. خدا توکي تنهنجو حق ضرور ڏياريندو." ان ڇوڪري جناب عہ کي پنهنجي سموري تفصيل کان آگاهہ ڪيو. پاڻ عہ ان ڇوڪري کي گڏ وٺي دارالشرع ويا. حضرت عمر رضہ بہ موجود هئا، پاڻ عہ فرمايو، "هن يتيم تي ظلم ٿيو آهي." حضرت عمر رضہ گذريل ڪارروائي بيان ڪئي ۽ پاڻ عہ مسڪرائيندي فرمايو، "هن جي ماءُ کي پيهر گهرايو وڃي." عورت حضرت علي عہ جي خدمت ۾ حاضر ٿي. ان عورت اهو ئي بيان ڏنو. پاڻ عہ ان عورت کي فرمايو، "ڇا تون سچ سچ نہ ٻڌائيندينءَ؟" پر عورت پنهنجي قول تي پختي رهي. پاڻ عہ فرمايو، "خدا جي حڪم سان اهڙو معجزو ظاهر ٿيندو جو جيڪو حق هوندو اهو سيني جي سامهون اچي ويندو." پاڻ عہ فصد ڪرڻ واري کي گهرايو ۽ هڪ طشت طلب ڪيو، جڏهن اهي شيون حاضر ٿي ويون تہ پاڻ عہ فرمايو، "ڇوڪري جي ساڄي هٿ ۽ عورت جي کاٻي سان فسد ڪريو." بنهي جو ٿالهہ ۾ رت ورتو ويو. پاڻ عہ ان رت اسماءَ الحسنيٰ مان هڪ نالو پڙهي دم ڪيو، يڪدم ان ٿالهہ مان آواز آيو، "يا اميرالمومنين مان ان ڇوڪري جي حقيقي ماءُ آهيان، دنياوي لالچ خاطر مون هن کي پنهنجو پٽ مڃڻ کان انڪار ڪيو هو. مان پنهنجي پٽ مان تنگ هيس." سمورا ماڻهو ان رت جو آواز ٻڌي حيران ٿي ويا. پوءِ پاڻ عہ فرمايو، "انهن ڪوڙن شاهدن ۽ هن عورت کي سزا ڏني وڃي ۽ ابو عبدالله رضہ جي ملڪيت ان جي پٽ جي حوالي ڪئي وڃي." ۽ نيٺ ان عورت بہ سچ پچ اعتراف ڪري ورتو.

# هڪ ڇوڪريءَ جو فرياد

ابن عباس رضہ کان روايت آهي تہ، مديني ۾ هڪ عبدالله نالي ماڻهو رهندو هو، جيڪو مجاهدن جو سردار سموري عرب ۾ سخاوت سبب مشهور هو. اُن جي شان و شوڪت ۽ دٻدٻي جي لحاظ سان سڀئي اُن جي عزت ڪندا هئا. اُن وٽ تمام گهڻي بزرگي موجود هئي. مطلب تہ هر لحاظ سان پنهنجو مٽ پاڻ هو. اُن سان گڏوگڏ هو خاندانِ مصطفيٰ صہ جو دوست هو ۽ حضرت علي اميرالمؤمنين جي محبت تي تمام گهڻو فخر محسوس ڪندو هو. ان جا ڏهہ پٽ هئا، جيڪي پنهنجي پيءُ جيان شان و شوڪت ۾ مٿانهون مقام رکندا هئا. اُن سردار جي هڪ ڌيءُ هئي، جيڪا تمام خوبصورت ۽ جوان هئي. پنهنجي پاڪدامني، نيڪي ۽ عبادت سبب ڪافي مشهور هئي. خاص طور تي حبِ اهلبيت سان سندس دل ڀريل هئي. هڪ ڏينهن جو ذڪر آهي تہ اها خوبصورت ڇوڪري وهنجڻ لاءِ پاڻيءَ ۾ لٿي تہ جيئن غسل ڪري عبادتِ الاهيءَ ۾ مشغول ٿئي. اتفاق سان هڪ ڪرم ان جي رحم ۾ هليو ويو ۽ ان ڇوڪريءَ کي بلڪل بہ خبر نہ پئي. اهو ڪرم ڏينهون ڏينهن رحم ۾ پلجڻ ۽ وڌڻ لڳو، جنهن جي ڪري ان کي تڪليف ٿيڻ لڳي ۽ اهو ڪرم ايترو تہ پيٽ ۾ وڏو ٿي ويو جو ان ڇوڪريءَ جو پيٽ حاملہ عورت جيان لڳڻ لڳو ۽ ان کي حاملہ عورتن جهڙي تڪليف ٿيڻ لڳي. اها ڳالهہ گهر جي چوديواريءَ مان نڪري عام ماڻهن ۾ پکڙجي وئي ۽ ان پاڪ دامن ڇوڪريءَ جي هر طرف خواري ٿيڻ لڳي. اها ڇوڪري پنهنجي پاڪ دامنيءَ جو يقين ڏياريندي رهي پر ڪوبہ اهڙو نہ هو جيڪو ان تي يقين ڪري، ڇو تہ ظاهر ۾ اکين جي سامهون حاملہ جهڙو پيٽ هو. مطلب تہ ڪوبہ ماڻهو سندس ڳالهہ ٻڌڻ لاءِ تيار نہ هو. آخر ۾ اها خبر تصديق سان ان جي پيءُ ۽ ڀائرن تائين پهتي تہ انهن پنهنجي عمامو (پڳڙي) زمين تي اڇلائي ڇڏي. ڏک ۽ ڪاوڙ ۾ پنهنجو لباس ليڙون

ليڙون ڪري ڇڏيو ۽ ڇيو تہ مان پوري عرب ۾ خوار ٿي ويس، منهنجي سموري عزت مٽيءَ ۾ ملي وئي. ڪنهن کي منهن ڏيکارڻ جي قابل بہ نہ رهيس. آخر انهن فيصلو ڪيو تہ ان ڇوڪريءَ کي ٽڪرا ٽڪرا ڪيو وڃي. سردار پنهنجي ڌيءُ جي ڳچيءَ ۾ رسو وجهي گهر کان ٻاهر ڪڍيو. ڇوڪريءَ کي تمام گهڻي شرمساري ڏسڻي پئي. ان پاڪدامن ڇوڪريءَ آسمان طرف نظر ڪئي بارگاهہ الاهي ۾ دعا ڪئي، "اي خداءِ غيبدان، تون منهنجي حال کان چڱيءَ طرح واقف آهين، مون ڪابہ اهڙي حرڪت ناهي ڪئي، جنهن سان مان سزا ۽ عذاب جي حقدار ٿيان، تون ئي ڄاڻين ٿو، مان ڪهڙي مصيبت ۾ ڦاٿل آهيان. مريم بنت عمران جي پاڪدامنيءَ جو واسطو، پيغمبر آخرالزمان جي دُختر نيڪ اختر جو واسطو، ان چادر جي حرمت جو واسطو، جنهن جو اشارو توريت ۾ آيل آهي، مون کي ان تهمت مان نجات ڏيار، تون بهتر ڄاڻين ٿو، مون ڪنهن بہ مرد سان لاڳاپو ناهي رکيو، پوءِ هيءُ عذاب مون تي ڇو نازل ٿيو آهي؟ منهنجي عزت ۽ عصمت توتي ظاهر آهي. مان موت کان نٿي ڊڄان. موت سيني کي اچڻو آهي. مون کي پنهنجي پيءُ ۽ جوان ڀائرن جي خواريءَ جو غم آهي، هو منهنجي ڪري ماڻهن ۾ شرمسار ٿي رهيا آهن، مان انهن جو اهو غم ڏسي پريشان آهيان، جيڪي منهنجي ڪري ندامت ۽ حسرت جا ڳوڙها ڳاڙي رهيا آهن."

ان ڇوڪريءَ جي دل ۾ اوچتو حضرت علي ع امير المؤمنين بن ابي طالب جو خيال آيو ۽ هوءَ ڪوفي طرف مُنهن ڪري درد ڀريل دل سان ايئن فرياد ڪرڻ لڳي، "اي منهنجا آقا، منهنجي سنڀال ڪيو، جلدي ڪيو، توهان ئي منهنجا طبيب آهيو، مان بيمار آهيان، توهان جي شفاخاني مان مون کي دواءِ شفا عطا ٿيندي." عين ان وقت حضرت اميرالمؤمنين ڪوفي ۾ وڏي ميڙ کي مسجد اندر خطاب فرمائي رهيا هئا تہ عالمِ غيب مان ان ڇوڪريءَ جي حال جي خبر پئجي وين ۽ ان

جي آزاديءَ لاءِ هڪ هاتف کي تاڪيد ڪيو. ان وقت ميڙ کي پاڻ عہ فرمايو، "اي مومنو! هن وقت هڪ مشڪل پيش آئي آهي، جيڪا ڏک پري آهي ۽ مون کان سواءِ ان جو حل تيڻ مشڪل آهي. هاڻي مان ان مسئلي کي حل ڪرڻ لاءِ مديني منوره وڃان پيو، اتان واپسيءَ تي ان جو حال بيان ڪندس." قنبر رضہ پاڻ عہ سان گڏ وڃڻ جي درخواست ڪئي، جيڪا پاڻ عہ منظور فرمائي ۽ قنبر رضہ کي فرمايو، "اٿي، هاڻي جلدي ڪر. دير جي گنجائش ناهي." مطلب تہ پاڻ عہ اتان کان روانا ٿيا ۽ جيتري دير ۾ آصف برخيا تخت بلقيس کي سبا کان کڻي سليمان جي دربار ۾ آندو هو، ان کان بہ تڪڙو جناب امير عہ مديني پهچي ويا. جڏهن مديني پهتا تہ اُن وقت عام هل چل، پريشان ۽ ڇرپر جا آثار نمايان هئا. ان ڇوڪريءَ جون ڳالهيون عام هيون، ان هجوم ۾ سردار ۽ اُن جا 10 جوان بهادر پٽ اگهاڙيون تلوارون کڻي ان ڇوڪريءَ جا ٽڪرا ڪرڻ لاءِ تيار هئا ۽ ڇوڪري ڏک مان بيحال تي ڳوڙها ڳاڙي رهي هئي. پاڻ عہ اتي پهتا، انهن سيني کي فرمايو، "خبردار، ان ڇوڪريءَ کي ڪوبہ قتل نہ ڪري، هيءَ پاڪدامن آهي، هن ڪوبہ گناهہ ناهي ڪيو." سمورا ماڻهو پاڻ عہ جي آمد ڏانهن متوجہ ٿيا. ڇوڪريءَ جي پيءُ يڪدم پاڻ عہ جي قدمن ۾ حاضري ڏني ۽ عرض ڪيو، "هن ڇوڪريءَ جي ڪري مان ڪٿي جو بہ ناهيان رهيو. منهنجي سرداري، منهنجو شان، منهنجي عزت سڀ تباهہ ۽ برباد ٿي ويا آهن." حضرت اميرالمؤمنين تمام لطف ۽ مهربانيءَ سان ان کي پنهنجي ويجهو آندو ۽ فرمايائون، "تون ان ڳالهہ سان غمگين نہ ٿيءُ، ڪنهن بہ قسم جو غم نہ ڪر، تنهنجي ڇوڪري گناهہ کان بلڪل پاڪ آهي. ڏس 72 مثقال وزن جو هڪ ڪرم سندس رحم ۾ داخل ٿيو آهي، جيڪو سندس ذلت ۽ خواريءَ جو سبب بڻيو آهي." پاڻ عہ فرمايو، "هاڻ سڀ ڪجهہ نيڪ ٿي ويندو." مديني وارن سان مخاطب ٿيندي فرمايائون، "توهان هن پاڪ

دامن ڇوڪريءَ تي تهمت لڳايو پيا. هيءَ پاڪدامن آهي." پاڻ عہ هڪ تالھ گهرايو ۽ چيو. "هن کي برسات ۽ برف جي پاڻيءَ سان ڀريو وڃي." ماڻهن عرض ڪيو تہ. "هن موسم ۾ نہ برسات آهي ۽ نہ برف." جناب امير عہ پنهنجي آڱر مبارڪ جو ڇلو آسمان طرف بلند ڪيو. يڪدم حڪمِ خدا سان بہ ڪارا بادل جا ٽڪرا ظاهر ٿيا ۽ وسڻ شروع ٿي ويا ۽ ان تالھ کي برسات جي پاڻيءَ سان ڀري ڇڏيو. ان ڪانپوءِ مٿان ڪان برف جو هڪ ٽڪرو ظاهر ٿيو. پوءِ پاڻ عہ ڪجھ لوسڻ گهرائي پاڻي ۽ برف ۾ ملايو ۽ حڪم ڏنو تہ. "هن جهنگ ۾ هڪ خيمو اڏي ڇڏيو ۽ هن ڇوڪريءَ کي ان طشت ۾ ويهاري ڇڏيو. پوءِ سيئي خدا جي قدرت طرف متوجہ ٿيو." جڏهن سمورو ڪم حضرت علي عہ جي چوڻ موجب ٿيندو ويو تہ اهو ڪرم ڇوڪريءَ جي رحم مان نڪري پاڻيءَ ۾ وڃي ڪريو. اهڙيءَ طرح ان پاڪدامن عورت کي ان عذاب مان ڇوٽڪارو مليو. جڏهن ساهميءَ ۾ ان کي توريو ويو تہ ان جو وزن بلڪل 72 مثقال نڪتو. آخر ان ڇوڪريءَ جي پيءُ ۽ ڀائرن کي ان پريشانيءَ مان ڇوٽڪارو مليو ۽ سڀ خوشي خوشي پنهنجن گهرن طرف روانا ٿيا. سردار ۽ اَن جا پٽ پاڻ عہ جي ساراھ تہ اڳ ۾ ئي ڪندا هئا، ان واقعي ڪانپوءِ اهي سيئي هر وقت پاڻ عہ جي ساراھ ۽ آلِ محمد صلي اللہ عليہ وآلہِ وسلم جن جا فضائل بيان ڪرڻ لڳا.

# ڪجھہ منافق

خطيب اهل سنت محمد افتخارالحسن پنهنجي ڪتاب خاڪِ ڪربلا جي تفسير روح البيان جلد 6 صفحو 1050 تي فرمائين ٿا تہ جڏهن مديني منوره جي ڪجھہ منافقن نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہِ وسلم جن جي غيب جي علم تي اعتراض ڪيو تہ حضرت علي اميرالمؤمنين کي خبر پئي تہ پاڻ عہ سموري شهر ۾ پڙهو ڏياري ڇڏيو، جڏهن مديني جا سمورا ماڻهو مسجد نبوي ۾ گڏ ٿي ويا تہ پاڻ عہ منبرِ رسول صہ تي تشريف فرما ٿي حاضرين سان خطاب ڪيو، "اي مديني وارؤ، توهان مان ڪجھہ ماڻهن منهنجي نبي صہ جي غيب جي علم تي اعتراض ڪيو آهي. هينئر منبر تي نبي صہ نہ، علي عہ آهيان، نبي صہ جو غلام آهيان، جيڪو ڪجھہ توهان پڇڻ چاهيو ٿا تہ مون کان پڇو، مان توهان کي عرشِ اعظم جون ڳالهيون بہ ٻڌائيندس." جڏهن پاڻ عہ اها دعويٰ فرمائي تہ آزمائش خاطر هڪ ماڻهو اٿي بيٺو ۽ عرض ڪيو، "اي علي عہ چا توهان ڪڏهن پنهنجي رب کي ڏٺو آهي؟" حيدر جي علمي جلالت جوش ۾ آئي ۽ فرمايو، "خدا جو قسم، مان هڪ سجدو ڪريان ٿو بيو اُن وقت تائين نٿو ڪريا جيستائين خدا کي نہ ڏسي وٺان."

# حضرت جبرائيل جو سوال

خطيب اهل سنت محمد افتخارالحسن، فيصل آبادي پنهنجي ڪتاب خاڪ ڪربلا ۾ ترهتہ المجالس جلد نمبر 6، صفحي نمبر 610 تي لکن ٿا تہ حضرت علي ع اميرالمؤمنين جي هميشہ اها دعويٰ رهي تہ جيڪو ڪجهہ پڇڻو آهي، مون کان پڇو. اهڙيءَ طرح پاڻ ع هڪ دفعي ميڙ ۾ فرمايو، "مون کان پڇو ۽ مان زمين ۽ آسمان جي هر شيءِ ڄاڻان ٿو." حضرت جبرائيل ع انساني صورت ۾ ان محفل ۾ تشريف کڻي آيا ۽ پاڻ ع کي فرمايو، "جيڪڏهن توهان پنهنجي دعويٰ ۽ علم ۾ سچا آهيو تہ ٻڌايو هن وقت جبرائيل ع ڪٿي آهي؟" حضرت علي ع زمين ۽ آسمان تي نظر وڌي پر جبرائيل ع نظر نہ آيا، اولهہ ۽ اوڀر، ڏکڻ ۽ اتر چئني طرف ڏٺو، اتي بہ نظر نہ آيا، پاڻ ع سوال ڪرڻ واري جي صورت تي نظر وڌي تہ مسڪرائي ڏنائون. فرمايو، "جبرائيل ع تون ئي آهين." جڏهن حضرت علي ع جو اهو معجزو ماڻهن ڏٺو تہ ڪنهن پڇيو، "آخر توهان وٽ ايترو علم ڪٿان آيو؟" پاڻ ع فرمايائون، "اهو نبي ص جو اثر آهي، جيڪو مون هن دنيا ۾ اچڻ کانپوءِ سڀ کان پهرين ورتو هو."

# حضرت جبرائيل ع جو فخر

حضرت امام حسن ع کان روايت آهي تہ هڪ رات والد بزرگوار اميرالمؤمنين فرمايو تہ پٽ گهر ۾ پاڻي موجود ناهي ۽ مون کي غسل جي ضرورت آهي. امام حسن ع فرمائن ٿا تہ رات تمام اونداهين هئي، مان اٿي پاڻي پرڻ ويس. ان لمحي هڪ هاتف جو آواز آيو، "اي اميرالؤمنين پاڻيءَ جو ٿانوَ کڻو. مون هي ٿانوَ بهشت عنبر کان آندو آهي." ۽ پوءِ حضرت ع ان سان طهارت ڪئي ۽ تهجد ۾ مصروف ٿي ويا. جڏهن مان پاڻي ڀري واپس آيس تہ ڏٺم تہ پاڻ ع نماز ۾ مشغول آهن. مون عرض ڪيو، "بابا سائين، پاڻي ڪٿان آيو؟" فرمايائون، "حق تعاليٰ پاڻيءَ جو ٿانوَ موڪليو هو. ۽ جڏهن مان غسل مان فارغ ٿيس تہ ڪو ايئن پڪاري رهيو هو تہ، "اي علي ع تو جهڙو ڪير ٿي سگهي ٿو جو جبرائيل ع امين تنهنجي غسل لاءِ پاڻي بهشت مان ڪڍي اچي ٿو." جبرائيل ع مون کي چيو، "ان عمل سان مون کي فرشتن وچ ۾ وڏو فخر حاصل ٿيو ۽ مان قيامت تائين ان شرف تي فخر ڪندو رهندس."

# هڪ سوداگر جي امانت

حضرت ابوبڪر صديق رضہ جي خلافت واري دؤر ۾ هڪ سوداگر هزار دينار حضرت ابوبڪر صديق رضہ جي حوالي ڪري حج تي ويو. جڏهن ڪجهہ وقت ڪانپوءِ مديني واپس آيو تہ حضرت ابو بڪر رضہ وفات ڪري چڪا هئا ۽ حضرت عمر رضہ سندن جانشين ٿي چڪا هئا. سوداگر دارالشرع ۾ اچي هزار دينارن جو مطالبو ڪيو. حضرت عمر رضہ جواب ڏنو تہ، "مون کي ان ڳالهہ جي ڪا خبر ناهي. بي بي عائشہ رضہ کان پڇا ڪرڻ ڪرڻ گهرجي." پر انهن کي بہ ڪا خبر نہ هئي. سوداگر تمام گهڻو پريشان ٿيو. پراڻي واقفيت جي حوالي سان هو حضرت سليمان رضہ جي خدمت ۾ حاضر ٿيو ۽ سمورو حال بيان ڪيائين. سليمان رضہ ان سوداگر کي وٺي وجي حضرت عليؑ عہ ابن ابي طالب جي خدمت ۾ سمورو واقعو بيان ڪيو. اميرالمؤمنين مسجد سيدالمرسلين صہ ۾ تشريف کڻي آيا ۽ حضرت عمر رضہ کي فرمايو تہ، "بي بيَ عائشہ رضہ کان اجازت وٺو تہ جيئن جنهن جاءِ تي امانت دفن آهي، مان ان جڳهہ جي نشاني ڏيان." اهو ٻڌي حضرت عمر رضہ فرمايو، "ابوالحسن، ڇا حضرت ابوبڪر رضہ توهان کي ان راز کان آگاهہ ڪري ويا هئا؟" پاڻ عہ فرمايو، "جڏهن توهان سان ئي اها ڳالهہ هنن نہ ڪئي هئي تہ پوءِ مون کي ڪيئن ٻڌائين ها پر خالقِ اڪبر زمين کي حڪم فرمايو آهي تہ اولهہ کان اوير تائين جيڪي واقعا ان تي ٿي گذرن اهي مون سان بيان ڪري." ان ڪانپوءِ ٻين اصحابين سان گڏجي بي بي عائشہ رضہ جي گهر تشريف کڻي ويا ۽ هڪ جاءِ طرف اشارو ڪري فرمايو تہ هن جڳهہ کي ماڻهوءَ جي قد جيترو کوٽيو. جڏهن مقرره حد تائين کوٽيو ويو تہ هڪ ٿانوَ مليو، ان ۾ هزار دينار هئا. اهڙيءَ طرح اميرالمؤمنين حضرت علي عہ بن ابي طالب جي طفيل اها امانت حقدار تائين پهتي. سيئي موجود ماڻهو پاڻ عہ جي معجزي جو داد ڏيڻ لڳا، سيني ساراهہ ڪئي.

# حضرت اويس قرني رضہ

ابنِ عباس رضہ کان روايت آهي تہ جڏهن حضرت علي اميرالمؤمنين عہ عهد و ميثاق وٺڻ لاءِ مقام ذي قار وٽ پهتا تہ فرمايو، "سڀاڻي صبح هزار مرد ڪوفي مان اسان وٽ پهچندا. مون کي فڪر ٿيو تہ ڪٿي گهٽ يا وڌ نہ ٿين ۽ ماڻهو پاڻ عہ کان بي اعتبار ٿي وڃن. ٻئي ڏينهن صبح جو جڏهن اهي ماڻهو آيا تہ مان رستي تي وڃي ڳڻڻ لڳس، 9 سئو نوانوي ماڻهو آيا ۽ گذري ويا. مون پنهنجي دل ۾ چيو، "حيرت آهي جو هڪڙو ماڻهو گهٽ ٿيو آهي." ايتري ۾ هڪ ماڻهو صوف جي قبا پهري ۽ جنگ جو سامان بدن تي سجائي ريگستان مان ظاهر ٿيو ۽ اچي اميرالمؤمنينؑ جي خدمت ۾ عرض ڪيو، "يا امير المؤمنين وصي خيرالمرسلين صہ پنهنجو هٿ مبارڪ ٻاهر ڪڍو تہ جيئن پاڻ عہ جي شرف بيعت جي برڪت سان ٻنهي جهانن ۾ سرخرو ٿيان. پاڻ عہ طرفان جنگ ڪري شهادت جو درجو ماڻيان. اها سعادت پاڻ سان گڏ بهشت ۾ ڪٺي وڃان."" اميرالمؤمنين پنهنجو هٿ مبارڪ ان کي ڏيندي فرمايو، "مون کي منهنجي پاءُ محمد مصطفيٰ صلي الله علي وآلہ وسلم خبر ڏني هئي تہ اويس نالي منهنجي اُمت جي هڪ مرد سان تنهنجي ملاقات ٿيندي، جيڪو خدا جو آزاد ڪيل آهي ۽ ربيعہ قبيلي ۽ دماغ جي وارن جيترا منهنجي اُمت جا ماڻهو ان جي شفاعت سان بهشت ۾ ويندا ۽ هو شهيد ٿيندو. جڏهن تہ باغين سان تنهنجي ويڙهہ ٿيندي. راوي چوي ٿو تہ جڏهن هزار ماڻهو پورا ٿي ويا تہ مان ڏاڍو خوش ٿيس ۽ حضرت اويس قرني رضہ جنگ صفين ۾ جناب اميرالمؤمنين طرفان شهيد ٿيو.

# هڪ ڪافر جي مشڪل

ڪوڪب دري صفحي 417 تي فتوحات القدس جي حوالي سان لکيل آهي تہ جناب سرورِ ڪائنات صلي الله عليہ وآلہ وسلمؐ جن جي حياتيءَ واري زماني ۾ شاهہ ولايت پناهہ حضرت علي اميرالمؤمنين هڪ ڏينهن مڪہ معظمہ مان اڪيلي سر سواءِ ذوالفقار جي سوار ٿي نخلستان طرف روانا ٿيا. جڏهن ڪجهہ پري نڪري ويا تہ هڪدم هڪ ڏنڊ اٿي ۽ اُن مان هڪ سوار ظاهر ٿيو. جيڪو جنگي سپاهين جيان هٿيار بدن تي سجائي هڪ ڏگهو نيزو هٿ ۾ ڪٽي تلوار پاسي ۾ لڳائي اڳيان وڌي رهيو آهي، اُن جي نظر حضرت علي اميرالمؤمنين تي پئي تہ تمام رعب ۾ اچي پڇيائين، "تون ڪير آهين؟ ڪٿي رهين ٿو ۽ تنهنجو نالو ڇا آهي؟ جلدي بيان ڪر. ايئن نہ ٿئي تہ تون جلد پئي جهان نہ پهچي وڃين." حضرت علي عہ ان جوان مرد کي ٻُڌو تہ فرمايائون، "تيزي ڇڏي ڏي، ڇو تہ شينهن کي شڪار جو تورو بہ خوف ناهي هوندو. غرور نہ ڪر ۽ اسلام طرف اچي وڃ تہ جيئن ڇوٽڪارو ملئي ۽ آخرت تنهنجي سنورجي ۽ تون مٿانهون مقام ماڻين." اهو ٻُڌندي ڪافر جوش ۾ آيو ۽ نيزي سان حملو ڪيو. مشڪل ڪشا هڪ دم ان پهلوان جوان کان نيزو کسي جهنگ طرف اُڇليو. ڪافر تلوار ڪڍي مشڪل ڪشا تي وار ڪيو. مشڪل ڪشا تازياني سان تلوار جا ٻہ ٽڪر ڪري ڇڏيا. ڪافر گرز ڪڍي هٿڻ چاهيو. مشڪل ڪشا مضبوطيءَ سان هڪ هٿ سان گرز کي جهليو ۽ ڇيلهہ ۾ هٿ وجهي ڪافر کي مٿي ڪڍي ورتائون. ڪافر بيوس ٿي ويو. تڏهن اميرالمؤمنين پڇيو تہ، "تون ڪير آهين؟ ڪٿي رهين ٿو ۽ ڪهڙو ڪم ڪندو آهين؟" ڪافر ڪجهہ دير روئندو رهيو. جناب اميرالمؤمنين فرمايو، "شينهن مرد موت کان نٿو ڊڄي. تنهنجي روئڻ جو ڪهڙو سبب آهي؟" ڪافر عرض ڪيو، "بيشڪ بهادر موت کان نٿو ڊڄي ۽ مان موت جي ڊپ کان نہ پيو روئان. مان پنهنجي يار

جي وڇوڙي ۾ روئان پيو. منهنجو نالو رعد جنگي آهي. مان اولهہ جي ملڪن جو رهاڪو آهيان. مون کي اتان جي بهادرن ۾ ڳڻيو ويجي ٿو. بلاد اولهہ ۾ هڪ بادشاهہ رفيع القدر و بلند مرتبي وارو حارث بن ربيع آهي، مان اُن جو پائٽيو آهيان. ان جو ڪوبہ پٽ ناهي جيڪو سندس جانشين ٿئي پر هڪ ڌيءُ آهي، جيڪا حُسن ۽ خوبصورتيءَ جي فخر ۾ مون کي گهٽ سمجهي ٿي. مان هڪ ڏينهن شڪار تي ويو هئس ۽ شڪار جي ڳولا ۾ ڊُڪ ڊوڙ ڪري رهيو هئس تہ ڇوڪريءَ کي شڪارگاهہ ۾ ڏسي عاشق ٿي پيس. جڏهن مان گهر پهتس تہ طاقت طاق ٿي وئي ۽ دل و ڄان سان اُن جو مشتاق ٿي ويس. پنهنجي چاچي وٽ وڃي اُن کان سندس ڌيءُ جو سڱ گهريم. هن جواب ڏنو تہ، "جيڪڏهن تون چاهين ٿو تہ مان توکي پنهنجي ڌيءُ ڏيان تہ تون اڪيلي سر مڪي جو سفر ڪر ۽ اتي وڃي علي بن ابي طالب ع جو سِر ڪٽي اچ. جيڪڏهن اهو ڪم نٿو ڪري سگهين تہ دل مان منهنجي ڌيءُ جو خيال ڪڍي ڇڏ. مان ان خوبصورت دوشيزه کي حاصل ڪرڻ جي آرزو ۾ هٿيار جسم تي سجائي علي ع سان وڙهڻ لاءِ روانو ٿيو آهيان، هڪ مهينو ٿي چڪو آهي، رات ڏينهن سفر ۾ آهيان ۽ پنهنجي دلدار جي آرزو ۾ حسرت پريا ڳوڙها وهائي رهيو آهيان، توکي ڏٺم تہ خيال ڪيم تہ تنهنجو گهوڙو کسي وٺان ۽ توکي علي ع جي ڳولا ۾ موڪليان تہ جيئن تون خبر وٺي مون کي ٻڌائين ۽ منهنجي مشڪل آسان ٿي وڃي پر مون کي ڪهڙي خبر هئي تہ تنهنجن هٿن ۾ گرفتار ٿي ويندس ۽ حسرت ۾ ئي جان ڏئي ڇڏيندس. اي جوان، آفرين هجي تو تي، تو مون جهڙي پهلوان کي سواءِ هٿيار جي زير ڪري ڇڏيو. اي جوان تون ڪير آهين؟ جنهن مون کي زير ڪيو آهي؟" علي عہ مشڪل ڪشا ان جوان جون ڳالهيون ٻڌي گهوڙي تان لٿا ۽ فرمايائون، "اي شخص، مان ئي علي ع ابن ابي طالب آهيان. منهنجا هٿ ٻَڌ ۽ منهنجو سِر قلم ڪري

وٽ ۽ پنهنجي مراد ماڻ. ڇو تہ مان رضاءِ حق جو گھرجائو آهيان ۽ ڪيترائي دفعا پنهنجو سر دشمن جي حوالي ڪري ڇڪو آهيان، جيڪڏهن منهنجي قتل سان تنهنجو ڪم نهي ٿو ۽ تنهنجو مطلب پورو ٿئي ٿو تہ مان خدا جي رضا لاءِ تنهنجي حاجت پوري ڪريان ٿو." ڪافر جڏهن اهو ٻڌو تہ ان تي ايترو اثر ٿيو جو هو پاڻ عہ جي ساراهہ ڪرڻ لڳو ۽ عرض ڪيو، "آفرين هجي توهان ڪي، ڪڏهن بہ اهڙو ماڻهو ناهي ڏٺو ۽ نہ ايئن ڪنهن ڪيو آهي ۽ نہ ڪو ڪري سگھي ٿو. بس مان دل و جان سان اسلام طرف متوجہ ٿيان ٿو." ۽ ان ڪافر اسلام قبول ڪيو ۽ حضرت علي عہ جي هٿ تي چُمي ڏني. جناب امير عہ فرمايو، "ڏک نہ ڪر، ٿورو بہ فڪر نہ ڪر، مان تنهنجو مطلب ضرور پورو ڪندس ۽ توکي تنهنجو يار ملرائيندس. منهنجي گھوڙي تي ويهي رهہ. ٻئي گڏجي بلاد اولهہ هلون ٿا ۽ اتي هلي تنهنجي مطلب جي ڳالهہ ڪريون ٿا." هو پاڻ عہ سان گڏ گھوڙي تي سوار ٿيو ۽ اک ڇنڀ ۾ بلاد اولهہ پهچي ويا. اتفاق سان اُن بادشاهہ جي ڇوڪريءَ حضور اڪرم صلي الله عليہ وآلہِ وسلم جن کي خواب ۾ ڏٺو ۽ پاڻ سڳورن صلي الله عليہ وآلہِ وسلم جي رهبريءَ سان مسلمان ٿي وئي ۽ ان ڳالهہ تي راضي ٿي وئي تہ سياڻي حضرت علي عہ ابن ابي طالب جو استقبال ڪري ۽ ايمان کي تازو ڪري ڪلمءِ شهادت زبان تي جاري ڪري. جڏهن شهزادي ننڊ مان جاڳي تہ صبح سوير شهر مان نڪري جهنگ ڏانهن رواني ٿي وئي ۽ وجي شاهہ ولايت حضرت علي عہ ابن ابي طالب وٽ پهتي ۽ پاڻ عہ کي ڏسي گل جيان ٽڙي پئي ۽ تمام ادب سان عرض ڪيو، "اي ابن عم رسول صلي الله عليہ وآلہِ وسلم، اي زوج بتول عہ توهان تي منهنجو سلام هجي." ان ڪانپوءِ بيان ڪيائين، "يا علي عہ رات مون حضرت محمد مصطفيٰ صلي الله عليہ وآلہِ وسلم جن کي خواب ۾ ڏٺو ۽ پاڻ صہ مون طرف آيا ۽ مسڪرائيندي فرمايائون، "اسان جي محبت پنهنجي دل

۾ قائم ڪر ۽ اسلام اختيار ڪر تہ جيئن هميشہ جي دولت سان مالامال ٿين ۽ سعادت ابدي مانَ خوشحال ٿين ۽ سڪون ماڻين." مون ڪفر ڪان توبهہ ڪئي ۽ ايمان آندو اٿم. ان ڪانپوءِ پاڻ سڳورن صلي الله عليہ وآلہٖ وسلم جن ارشاد فرمايو تہ سڀاڻي منهنجو ڀاءُ علي ابن ابي طالب عہ ايندو ۽ تنهنجي حق جي طرف رهنمائي ڪندو. ان جي هٿ تي ايمان تازو ڪجانءِ ۽ حق جي راهہ ۾ داخل ٿجانءِ." شهزادي پنهنجو خواب بيان ڪرڻ ڪانپوءِ اسلام طرف متوجہ ٿي ۽ نئين سر اسلام اختيار ڪيو. انَ وقت دونهون ظاهر ٿيو. تارن جيان بي انداز لشڪر سامهون آيو. ڇوڪريءَ عرض ڪيو. "هيءُ بادشاهہ ڇتر فلڪ ساسر تي رکيل آهي. منهنجو پيءُ آهي. جيڪو شڪار تان موٽي رهيو آهي." جڏهن شاهہ ولايت اميرالمؤمنين اهو ٻڌو تہ هڪدم انَ طرف متوجہ ٿيا ۽ فرمايو. "اي بادشاهہ! منا علي عہ ابن ابي طالب ابن عم رسول صہ خدا. جيڪڏهن تون چاهين ٿو تہ دوزخ جي باهہ ڪان بچين ۽ باغِ فردوس ۾ داخل ٿين تہ ڪفر ۽ ذلالت کي ڇڏي اسلام اختيار ڪر." هن غضبناڪ ٿيندي سندس لشڪر کي حڪم ڏنو تہ. "اي بهادرو. تلوارون ڪڍي هن جوان جو ڪم پورو ڪري ڇڏيو." لشڪر حڪم ملندي ئي شاهہ ولايت حضرت اميرالمؤمنين طرف متوجہ ٿيو. سڀني گڏجي تلوارن ۽ گرزن سان حملو ڪيو. حضرت عہ هڪ رعبدار نعرو هنيو ۽ سمورو لشڪر هيسجي ويو. اڪثر تہ بيهوش ٿي پَٽ تي ڪري پيا. پوءِ پاڻ عہ بهادريءَ سان شاهہ اولهہ کي زمين تان مٿي کڻي ورتو. بادشاهہ ٻاڏايو. "الامان اي شير مردان اي شيريزدان الامان." اهو ٻُڌي حضرت عہ ان کي زمين تي ڇڏي ڏنو. ان بادشاهہ ڪلمہءِ شهادت زبان تي آندو ۽ صدق دل سان سڀني سپاهين سان گڏ مسلمان ٿي ويو ۽ سڀئي مومن ٿي ويا. ان ڪانپوءِ اميرالمؤمنين رعد ۽ اولهہ جي بادشاهہ جي ڌيءُ کي گهرايو ۽ ٻنهي جو نڪاح ڪرائي ڇڏيو ۽ پوءِ پاڻ عہ مڪي طرف روانا ٿي ويا.

# مسجد جو گهڙي گهڙي ڪري پوڻ

ابو بصير- ابو عبدالله کان روايت ڪن ٿا تہ، حضرت ابوبڪر صديق رضہ جي خلافت واري زماني ۾ مسلمانن ساحل عدن تي هڪ مسجد تعمير ڪرڻ چاهي پئي. جڏهن مسجد ٺاهي دنگ ڪن پيا تہ اها ڪري ٿي پئي، وري ٺاهين، وري ڪري پئي. مسلمان تمام گهڻا پريشان ٿيا. نيٺ سمورا مسلمان ان مشڪل کي آسان ڪرڻ لاءِ حضرت علي عہ جي خدمت ۾ حاضر ٿيا ۽ ان جو سبب پڇيو، پاڻ عہ فرمايو، "قبلي جي طرف کان کابي ۽ ساڄي طرف زمين کوٽي وڃي. اتي توهان کي ٻہ قبرون نظر اينديون، جن تي هيءَ سٽ لکيل هوندي، "مان رضوي آهيان ۽ منهنجي ڀيڻ حبا، اسان عزيزِ جبار سان شرڪ نہ ڪندا هئاسين." اهي ٻئي موجود هوندا، انهن کي غسل ۽ ڪفن ڪانپوءِ نماز جنازه پڙهي دفن ڪري ڇڏيو. پوءِ مسجد تعيمر ڪجو، اها نہ ڪرندي." سمورن مسلمانن حضرت علي عہ جي حڪم تي عمل ڪيو، جيئن پاڻ عہ فرمايو هو اهو ئي ٿيو ۽ پاڻ عہ جي حڪم تي عمل ڪرڻ ڪانپوءِ جڏهن مسجد تعمير ڪئي وئي تہ اها پنهنجي جاءِ تي قائم رهي ۽ پوءِ ڪڏهن بہ نہ ڊٺي.

# زنانو لباس پهريندڙ زاني

ابن عباس کان روايت آهي ته، حضرت عمر رضہ هڪ ڏينهن صبح جي نماز لاءِ مسجد پهتا ته پاڻ ڏٺائون ته هڪ ماڻهو محراب ۾ سُتل آهي. پاڻ رضہ پنهنجي غلام کي حڪم ڏنو ته اُن کي اٿار. غلام ويجهو وڃي ڏنو ته خبر پئي ته زناني لباس ۾ هڪ ڪنڌ وڍيل مرد جو لاش آهي. حضرت عمر رضہ سمورو واقعو حضرت علي عہ جي سامهون ورجايو. پاڻ عہ فرمايو، "في الحال ان لاش کي دفن ڪيو وڃي ۽ اُن وقت جو انتظار ڪيو وڃي جڏهن 9 مهينن ڪانپوءِ ان جاءِ تي هڪ ٻار نظر ايندو، اُن وقت سمورو حال کُلي سيني جي سامهون اچي ويندو."
حضرت عمر رضہ پاڻ عہ کان پڇيو، "اهو سڀ ڪجهہ ڇا آهي ۽ آخر 9 مهينن ڪانپوءِ ٻار ڪٿان ڪان ايندو؟" پاڻ عہ فرمايو، مون کي منهنجي ياءِ حبيب خدا صہ ان معاملي جي خبر اڳواٽ ڏني هئي. اُن ڪري وقت جو انتظار ڪيو وڃي."

وقت گذرندو رهيو. نيڪ نوَ مهينن ڪانپوءِ هڪڙي صبح حضرت عمر رضہ مسجد ۾ داخل ٿيا ته اُن جاءِ تي جتي ڪجهہ عرصو اڳ هڪ ڪنڌ وڍيل مرد جو لاش مليو هو، ان ئي محراب مان هڪ ٻار جي روئڻ جو آواز آيو ۽ پاڻ عہ ان ٻار کي هنج ۾ کڻي حضرت علي عہ وٽ ويا. حضرت علي عہ فرمايو، "هن ٻار لاءِ هڪ دائيءَ جو انتظام ڪيو وڃي، جيڪا هن ٻار کي کير پياريندي ۽ هن جو سمورو خرچ بيت المال مان ادا ڪيو وڃي." پاڻ رضہ جي حڪم مطابق ايئن ئي ڪيو ويو. ڪجهہ عرصي ڪانپوءِ رمضان جي عيد آئي، حضرت علي عہ فرمايو، "هن ٻار کي سٺي پوشاڪ پهرائي عيد جي ڏينهن مسجد ۾ آندو وڃي." ۽ دائيءَ کي حڪم ڏنو وڃي ته جيڪا عورت هن ٻار کي پيار ڪري ۽ اُن کي چوي، "اي مظلوم، اي پسر مظلومہ." ان عورت کي مون وٽ آندو وڃي. دائي پاڻ عہ جي حڪم مطابق ٻار کي سٺي پوشاڪ پهرائي مسجد ۾ وني وئي، اوچتو ڏٺائين ته هڪ خوبصورت ڇوڪري وڃڻ

لڳي تہ دائيءَ ان جو پلئہ جھلي ورتو ۽ چيو تہ، "مان توکي حضرت علي عہ اميرالمؤمنين وٽ وٺي ويندس." ڇوڪري پريشان ٿي ۽ چوڻ لڳي، "خدارا، ايئن نہ ڪر. مون کي حضرت علي عہ جي سامهون نہ وٺي وڃي مون کي شرمندگي ٿيندي." دائي ان کي ڇڏڻ لاءِ راضي نہ ٿي. آخر ان ڇوڪريءَ دائيءَ کي ڪافي پئسن ۽ سٺن ڪپڙن جي لالچ ڏني ۽ چيو تہ، "تون حضرت علي عہ کي ڪجھ بہ نہ ٻڌائجانءِ ۽ اهو ٻڌائجانءِ تہ مون کي ڪا عورت نہ ملي هئي ۽ اهڙيءَ طرح جيڪڏهن تون مون کي عيدالاضحيٰ تي بہ هن يار سان ملائيندينءَ تہ مان توکي ان کان وڌيڪ ڏيندس." دائي ان لالچ ۾ اچي وئي ۽ واعدو ڪيائين تہ، "مان حضرت علي عہ جي سامهون ڪجھ بہ نہ ٻڌائيندس." دائي حضرت علي عہ جي خدمت ۾ حاضر ٿي. حضرت علي عہ پڇيو تہ دائيءَ جواب ڏنو، "مسجد ۾ نہ تہ ڪنهن عورت هن يار سان پيار ڪيو ۽ نہ ئي ڪنهن اهي لفظ ادا ڪيا، جيڪي توهان ارشاد فرمايا هئا." پاڻ عہ دائيءَ جي اها ڳالھ ٻڌڻ کانپوءِ فرمايو، "تون اهو سڀ ڪجھ ڪوڙ پئي هڻين، سچ اهو آهي تہ هڪ جوان ڇوڪري آئي هئي، تو اُن جو پلئہ جھليو، ان ڇوڪريءَ تنهجي سامهون التجا ڪئي ۽ توکي انعام جي لالچ ڏني ۽ تون مڃي وئينءَ ۽ تو واعدو ڪيو تہ مان عيدالاضحيٰ جي ڏينهن وري هن ڇوڪري کي وٺي ايندس، جنهن جي عيوض هوءَ ڇوڪري توکي وڌيڪ انعام ڏيندي." پاڻ عہ جي زبان مبارڪ مان سچ ٻڌڻ کانپوءِ دائي گهبرائجي وئي. عرض ڪيو، "مون کي معاف ڪريو. هاڻ مان ڪڏهن بہ ڪوڙ نہ ڳالهائيندس. توهان حڪم ڏيو تہ مان ان عورت کي گرفتار ڪري توهان جي خدمت ۾ حاضر ڪريان." پاڻ عہ فرمايو، "نہ. هاڻ تون عيد تائين انتظار ڪر. بيو ڀيرو جيڪڏهن توکي ملي تہ مون وٽ وٺي اچجانءِ." وقت گذرندو ويو. عيدالاضحيٰ جو ڏينهن آيو. دائي ڇوڪري کي سٺي پوشاڪ پهرائي مسجد ۾ وٺي وئي. اجا ڪجھ ئي دير گذري هئي تہ اُها جوان ڇوڪري آئي ۽ يار کي پنهنجي هنج ۾ ڪٺي پيار ڪرڻ لڳي. دائي هن جو پلئہ جھلي ورتو ۽ چيو، "اڄ مان توکي

حضرت علي عہ وٽ ضرور وني ويندیس." ڇوڪريءَ گهڻو ئي ڇڏڻ لاءِ
چيو پر دائي نہ مڃيو. نيٺ دائي ان ڇوڪريءَ کي وٺي حضرت علي عہ
جي خدمت ۾ حاضر ٿي. ڇوڪري حضرت علي عہ جي سامهون حاضر
ٿي تہ، پاڻ عہ ان سان مخاطب ٿي فرمايو، "جيڪو ڪجهہ گذريو آهي،
مان بيان ڪيان يا تون ڪندينءَ؟" ڇوڪريءَ عرض ڪيو، "مان پاڻ بيان
ڪيان ٿي."

ڇوڪريءَ بيان ڪرڻ شروع ڪيو، "منهنجو پيءُ عامر بن سعد
جيڪو رسولِ خدا صلي الله عليہ وآلہٖ وسلم جي همر ڪابي ۾ شهيد
ٿيو. منهنجي ماءُ حضرت ابو بڪر صديق رضہ جي دؤر ۾ وفات ڪري
وئي. مان اڪيلي رهجي ويس. پاڙي جي ڇوڪرين سان هري مري انهن
سان گڏ وقت گذاريندي رهيس. پاڙي جا سڀ ماڻهو منهنجو تمام گهڻو
خيال رکندا هئا. هڪ ڏينهن جو ذڪر آهي تہ مان پاڙي جي ڪجهہ
انصار ۽ مهاجر ڇوڪرين سان گڏ وينٺي هيس تہ هڪ پوڙهي عورت هڪ
هٿ ۾ لٺ ۽ ٻئي هٿ ۾ تسبيح کنيو اسان ڏانهن آئي، سيني ڇوڪرين
سان ملي، سيني جا نالا پڇيا، سيني جو حال احوال پڇيو. آخر ۾ مون
سان ملي، منهنجو نالو پڇيو. مون ٻڌايو تہ، "منهجو نالو جميلہ آهي.
منهنجو پيءُ عامر بن سعد آهي، جيڪو شهيد ٿي چڪو آهي. منهجي
ماءُ بہ وفات ڪري چڪي آهي." ان پوڙهيءَ پڇيو، "ڇا تنهنجي شادي
ٿيل آهي؟" مون چيو، "نہ." اهو ٻُڌي چوڻ لڳي، "تون کهڙي ڇوڪري
آهين جو سواءِ مڙس جي زندهہ آهين." منهنجي حالت ٻُڌي روئڻ لڳي
۽ مون سان همدردي ڪرڻ لڳي. مون کي چوڻ لڳي، "جيڪڏهن تون
منهنجي خدمت پسند ڪرين تہ مان حاضر آهيان." مون بہ ها ڪري
ڇڏي. ان پوڙهي عورت چيو، "مان هڪ شفيق ماءُ جيان تنهنجو خيال
رکنديس، توتي ڪوبہ ڏک نہ اچڻ ڏينديس. تنهنجي هر خوشيءَ جو خيال
رکنديس." مان ان پوڙهي عورت کي پنهنجي گهر وٺي ويس، هر طرح
سان هوءَ منهنجو خيال رکڻ لڳي ۽ مان بہ هڪ شفيق ماءُ جي حيثيت ۾
ان جو احترام ڪندي هيس ۽ ان جو هر طرح جو خيال رکندي هيس.

جڏهن روزو افطار ڪرڻ جو وقت آيو تہ مون هن لاءِ مناسب ڪاڌي جو انتظام ڪيو. پوڙهي ان ڪاڌي کي ڏسي روئڻ لڳي ۽ چيو، "اي ڇوڪري، مان تہ الله واري آهيان. منهنجو اهو ڪاڌو ناهي، مون کي تہ صرف لوڻ ۽ جَوَ جي ماني گهرجي. اها ئي منهنجي خوراڪ آهي." مطلب تہ اُن پوڙهيءَ هر طرح سان پنهنجي پرهيزگاريءَ جو ڌاڪو منهنجي دل ۾ اهڙيءَ طرح ڄمائي ڇڏيو جو مان اُن کي پنهنجي نگهبان سمجهڻ لڳيس. هڪ ڏينهن پوڙهي چوڻ لڳي، "مون کي ماني کان ڏپ لڳي ٿو، تون اڪيلي رهين ٿي، ڪٿي ايئن نہ ٿئي تہ مان حاجت لاءِ ٻاهر وڃان ۽ توکي ڪجهہ ٿي وڃي، اُن ڪري توکي هڪ سٺي ساٿيءَ جي ضرورت آهي، جيڪو تنهنجو هر طرح جو خيال رکي. جيڪڏهن تون اجازت ڏين تہ مان پنهنجي ڌيءَ کي وٺي اچان، جيڪا تنهنجي عمر جي آهي، جيڪا انتهائي عقلمند، متقي ۽ پرهيزگار ۽ نمازي آهي." مون ان ڇوڪريءَ جي ايتري ساراهہ ٻُڌي تہ بي اختيار چيم، "اُن کي هڪدم وٺي اچ. اهڙيءَ طرح مان بہ مصروف رهنديس ۽ اُن جي صحبت جا مون تي سٺا اثر پوندا." پوڙهي منهنجي اصرار تي ان وقت ئي پنهنجي ڌيءُ کي وٺڻ لاءِ رواني ٿي وئي. ڪجهہ دير ڪانپوءِ اڪيلي ئي واپس موٽي آئي تہ مون ايندي ئي پڇيو، "منهنجي ڀيڻ کي ڇو نہ وٺي آئينءَ؟" پوڙهيءَ جواب ڏنو، "منهنجي ڌيءُ اڪيلائي پسند آهي، اُن جو سمورو ڏينهن الله جي ياد ۾ گذري ٿو، تنهنجي گهر ۾ اڪثر مهاجرن ۽ انصارن جون ڇوڪريون اچن ٿيون، اُن ڪري هن هتي اچڻ پسند نہ ڪيو." پوڙهيءَ جو اهو جواب ٻُڌي مان وڌيڪ متاثر ٿيس. منهنجي دل ۾ ان ڇوڪريءَ سان ملڻ جي تڙپ اڃان وڌي وئي. مون پوڙهيءَ سان واعدو ڪيو تہ هاڻي مان ڪنهن کي بہ پنهنجي گهر ۾ نہ اچڻ ڏينديس. توهان هڪدم وڃي منهنجي ڀيڻ کي وٺي اچو. پوڙهي منهنجي اصرار تي اُن وقت ئي رواني ٿي وئي. ڪجهہ دير ڪانپوءِ پوڙهي هڪ جوان عورت کي پاڻ سان گڏ وٺي آئي. ان عورت پنهنجي جسم کي ڇٽني پاسن کان ڍڪي رکيو هو. صرف ان جون بہ اکيون نظر اچي رهيون هيون. اها جوان

عورت دروازي تي اچي بيهي رهي. مون چيو، "پيڻ اندر ڇو نٿي اچين؟" پوڙهيءَ جواب ڏنو، "هيءَ ڇوڪري وڏي حيادار آهي، ان کي شرم اچي پيو." ايتري ۾ اهو چئي پوڙهي ٻاهر هلي وئي تہ مان پنهنجي گهر کي تالو لڳائي اچان ٿي. پوڙهيءَ جي وڃڻ کانپوءِ مون ان عورت جي ڏيءَ کي چيو، "پيڻ برقعو لاهي آرام سان ويهہ، هيءُ تنهنجو پنهنجو گهر آهي." ان عورت ڪنڌ جي اشاري سان ٻاهر جي دروازي جو چيو تہ مان سمجهي ويس تہ ٻاهريون دروازو کُليل آهي، هيءَ چاهي ٿي تہ اُن کي بند ڪيو وڃي. مان دروازو بند ڪري ڪمري ۾ داخل ٿيس، اها عورت ساڳيءَ طرح ڪپڙو ويڙهي پلنگ تي ويٺي هئي. مون پنهنجي هٿ سان سندس چادر ڇڪي ورتي. چادر لهندي ئي اهو ڏسي حيران ۽ پريشان ٿي ويس تہ اها عورت نہ پر ڪاري ڏاڙهيءَ وارو هڪ ڊگهي قد ۽ مضبوط جسم وارو مرد هو. مان ان کي ڏسي گهبرائجي ويس.

مون چيو، "ڇو مون يتيم تي ظلم پيو ڪرين. خدا جو خوف ڪر، ڇو منهجي خواري پيو ڪرين. ڪو ڏسي وٺندو تہ مان ڪٿي جي بہ نہ رهنديس. خدا جي واسطي خاموشيءَ سان هتان نڪري وڃ." مان ان کي منٿون ڪندي رهيس پر هن کي مون تي رحم نہ آيو. مون ڀڄڻ پئي چاهيو پر هن ظالم پنهنجن مضبوط ٻانهن ۾ مون کي زور سان جڪڙي ڇڏيو. هن مون تي پنهنجي گرفت مضبوط ڪري ڇڏي ۽ مان بيوس ۽ مجبور ٿي ويس. دانهون ڪوڪون اُن ڪري نہ ڪيم جو پاڙي جي ماڻهن کي خبر پئجي ويندي ۽ منهنجي خواري ٿيندي. مان هن جي هٿن ۾ بلڪل گرفتار ٿي چڪي هيس. آخرڪار ان ظالم مون تي ظلم ڪيو. منهنجي عزت کي ليڙون ليڙون ڪيو. اهو ڪارو مرد پنهجي مستيءَ ۾ مدهوش هو. اوچتو مون ويجهو پيل ڇُريءَ سان ان تي وار ڪيو ۽ پهرئين ئي وار ۾ هن جو سر ڌڙ کان ڌار ٿي ويو. جڏهن رات ٿي تہ تمام خاموشيءَ سان ان جو لاش مسجد جي محراب ۾ رکي ڇڏيم. مون کي ان مان حمل ٿيو. ڪيترائي ڀيرا حمل ضايع ڪرڻ جو ارادو ڪيم پر خدا جي خوف سبب ائين نہ ڪري سگهيس. نيٺ اهو ٻار

پئدا ٿيو. اُن کي بہ قتل ڪرڻ جو سوچيم پر خدا جي خوف سبب اهو نہ ڪري سگهيس. آخر ان ٻار کي بہ ان محراب ۾ رکي آيس."

پاڻ ع فرمايو، "ان مقتول جو خون ٿيو. پرواهہ ناهي، ڇو تہ هن هڪ وڏو گناهہ ڪيو هو. ان عورت تي ڪابہ حد ناهي، ڇو تہ هن جي رضامنديءَ کانسواءِ هو هن تي قابض ٿي ويو هو." ان ڪانپوءِ پاڻ ع فرمايو، "ان پوڙهيءَ کي حاضر ڪيو وڃي، تہ جيئن خدا جي حق کي اُن کان طلب ڪريان." حضرت علي ع دائيءَ کي حڪم ڏنو، "ٻار کي ان جي ماءُ جي حوالي ڪيو وڃي." ٻئي ڏينهن ڳولا ڪانپوءِ ان پوڙهيءَ کي حضرت علي ع جي خدمت ۾ پيش ڪيو ويو. پوڙهيءَ جميلہ کي سڃاڻڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو. حضرت علي ع فرمايو، "اي پوڙهي، ڇا تون قسم کڻي ٿي تہ توکي ان واقعي جي ڪابہ خبر ناهي؟" پوڙهيءَ چيو، "ها، مان روضہءِ رسول صہ جو قسم کڻي چوان ٿي تہ مون کي ان واقعي جي ڪابہ خبر ناهي." پوڙهيءَ روضہءِ رسول صہ جو ڪوڙو قسم کاڌو. ڪوڙو قسم کائيندي ئي پوڙهيءَ جو چهرو ڪارو ٿي ويو. حضرت علي ع فرمايو، "اي پوڙهي، پنهنجو چهرو آئيني ۾ ڏِس." جڏهن هن پنهنجو ڪارو چهرو ڏٺو تہ فرياد ڪرڻ لڳي ۽ حقيقت جو اعتراف ڪيائين تہ، "مان سڀ ڪجهہ ڄاڻان ٿي ۽ منهنجي ئي ڪري سڀ ڪجهہ ٿيو آهي. هاڻ مون کي معاف ڪريو. مان پنهنجي ڪيئي کان توبهہ ڪريان ٿي." حضرت علي ع فرمايو، "اي خدا، جيڪڏهن هيءَ عورت سچ چوي پئي ۽ حقيقت ۾ توبهہ ڪئي اٿس تہ هن کي اڳ جهڙو ڪيو وڃي." پر ان جي چهري جي ڪاراڻ ختم نہ ٿي. تڏهن حضرت علي ع فرمايو، "اي مردود، تو سچي توبهہ نہ ڪئي آهي ڇاڪاڻ تہ الله توکي معاف ئي ناهي ڪيو."

# غطرفہ جن جي مشڪل

سلمان فارسي رضہ کان روايت آهي تہ، هڪ ڏينهن رسول الله صلي الله عليہ وآلہٖ وسلم ابطح ۾ تشريف فرما هئا، پاڻ صہ وٽ سندن اصحابين جي هڪ جماعت موجود هئي. پاڻ عہ اسان سان ڪچهري فرمائي رهيا هئا. اسان ڏٺو تہ هڪ واچوڙو اٿيو ۽ مٽي مٽي اٿڻ شروع ٿي. واچوڙو رسول الله صلي الله عليہ وآلہٖ وسلم جن جي سامهون اچي بيهي رهيو. انَ واچوڙي مان هڪ شخص باهر نڪتو ۽ چوڻ لڳو، "اي الله جا رسول صلي الله عليہ وآلہٖ وسلم مان پنهنجي قوم جو قاصد بڻجي توهان جي خدمت ۾ حاضر ٿيو اهيان. توهان پنهنجو هڪ ايلچي اسان سان گڏ روانو فرمايو، جيڪو منهنجي قوم وٽ وڃي اسان جو خدا جي حڪم ۽ ڪتابِ الاهيءَ موجب فيصلو ڪري، ڇو تہ ڪجهہ ماڻهن اسان سان بغاوت ڪئي آهي." رسول خدا صہ فرمايو، "تون ڪير آهين؟ تنهنجي قوم جو نالو ڇا آهي؟" هن عرض ڪيو، "منهنجو نالو غطرفہ بن سمراج آهي، مان بنو نجاح جو هڪ فرد آهيان. جڏهن الله تعاليٰ توهان کي رسول الله صہ ڪري موڪليو تہ اسان توهان تي ايمان آندو آهي، جيڪا ڳالهہ توهان ٻُڌائي آهي اسان انَ جي تصديق ڪئي آهي. ڪجهہ ماڻهن اِسان جي مخالفتِ ڪئي آهي، انَ ڪري اسان ۽ انهن جي وچ ۾ اختلاف ٿي پيو آهي ۽ هو اسان کان طاقت ۽ تعداد ۾ گهڻا آهن. هنن اسان جي چشمن ۽ چراگاهن تي قبضو ڪري ورتو آهي ۽ اسان کي نقصان پهچائن پيا . اي الله تعاليٰ جا رسول صہ پنهنجو ماڻهو اسان سان گڏ موڪلڻ فرمايو، جيڪو اسان جي وچ ۾ عدل ۽ انصاف سان فيصلو ڪري." رسول الله صہ فرمايو، "تون پنهنجي چهري تان نقاب هٽاءِ تہ جيئن اسان تنهنجي اصل شڪل ڏسي سگهون." سليمان رضہ جو بيان آهي تہ هن پنهنجي اصلي صورت ظاهر ڪئي. اسان هن کي اهڙي ماڻهوءَ جي صورت ۾ ڏٺو جنهن جي جسم تي تمام وڏا وار هئا، مٿو

ڏگهو هو، اکيون ويڪريون هيون، هن جون ٻئي اکيون پيشانيءَ تي هيون، هن جا ڏند خونخوار جانورن جهڙا هئا.

رسول خدا صہ غطرفہ کي ڏسڻ ڪانپوءِ واري واري سان پنهنجن اصحابين طرف متوجہ ٿيا پر ڪنهن کي ايتري همت نہ ٿي جو هو انهن جي وچ ۾ فيصلو ڪرڻ لاءِ وڃي ها. آخر رسول خدا صہ حضرت علي عہ کي طلب فرمايو ۽ فرمايائون، "اي علي عہ تون غطرفہ سان گڏ وڃ، هن جي قوم وٽ وڃي ڇنڊ ڇاڻ ڪر ۽ هنن جي وچ ۾ صحيح فيصلو ڪر." اميرالمؤمنين حضرت علي عہ تلوار ڪٺي غطرفہ سان گڏ روانا ٿيا. سليمان رضہ جو بيان آهي تہ مان انهن جي پويان پويان هلندو رهيس. حضرت علي عہ هڪ وارياسيءَ جي وچ ۾ پهچي ويا تہ حضرت عہ مون طرف ڏٺو ۽ فرمايو، "اي ابو عبدالله، الله تعاليٰ تنهنجي ڪوشش ڪان خوش آهي. هاڻ تون واپس وڃ." سليمان رضہ جو بيان آهي تہ مان بيهي رهيس.

پوءِ اتي زمين ڦاٽي پئي ۽ ٻئي اندر هليا ويا. وري زمين اڳ جيان جُڙي وئي. پوءِ مان واپس روانو ٿي ويس پر مون کي اميرالمؤمنين جي موت جو ڊپ ۽ فڪر هو. رسول خدا صہ صبح جو ماڻهن کي نماز پڙهائي ۽ ڪوهہ صفا تي اچي تشريف فرما ٿيا. اميرالمؤمنين جي اچڻ ۾ دير ٿي وئي هئي، ڏينهن مٿي چڙهي چڪو هو. ماڻهن مختلف قسمن جون ڳالهيون ڪرڻ شروع ڪيون. ايستائين جو عصر جو وقت اچي ويو. رسول الله صہ نماز عصر ادا فرمائي پوءِ اچي ڪوهہ صفا تي تشريف فرما ٿيا. سج لهڻ جو وقت ويجهو اچي ويو. ايتري ۾ ڪوهہ صفا ڦاٽو ۽ اميرالمؤمنن ظاهر ٿيا. پاڻ عہ جي تلوار مان رت جا ڦڙا ٽمي رهيا هئا ۽ غطرفہ جن بہ پاڻ عہ سان گڏ هو. رسول الله صہ اڳيان وڌي علي عہ جي ٻنهي اکين ۽ پيشانيءَ تي چُمي ڏني ۽ فرمايو، "اي علي عہ هن وقت تائين توکي ڪنهن روڪي رکيو هو؟" حضرت عليٰ عہ عرض

ڪيو، "جيڪي منافق هئا، انهن کي مون ٽن ڳالهين جي دعوت ڏني پر انهن انڪار ڪيو. مون الله تعاليٰ تي ايمان آڻڻ جي دعوت ڏني، پاڻ سڳورن صہ جي نبوت جي دعوت ڏني، انهن انڪار ڪيو، مون انهن کي جزيہ ادا ڪرڻ جو چيو، اُن کان بہ انهن انڪار ڪيو، ڪجهہ چراهہ گاهہ ۽ چشما غطرفہ ۽ اُن جي قوم جا هئا، انهن جي واپسيءَ جي متعلق انهن کي چيو، انهن ان کان بہ انڪار ڪيو، تڏهن مون تلوار ذريعي انهن سان جهاد شروع ڪري ڇڏيو. ڪيترن ئي کي قتل ڪيم، جڏهن انهن ڏٺو تہ ڀڄڻ جو ڪوبہ رستو ناهي تہ امان ۽ صلح تي راضي تي ويا. پوءِ ايمان آڻي پاڻ ۾ ڪير ڪند تي ويا. هينئر تائين هنن ۾ جيترا بہ جهيڙا هئا، اهي سڀ ختم تي ويا." غطرفہ عرض ڪرڻ لڳو، "اسان طرفان رسول الله صہ ۽ اميرالمؤمنين کي اللهٰ تعاليٰ بهترين بدلو ڏئي."

# ماڪيءَ جي مک

حضرت جابر بن عبدالله رضہ کان روايت آهي تہ، مان هڪ ڏينهن الله جي رسول صلي الله عليہ وآلہٖ وسلم جن سان گڏ هڪ گليءَ ۾ وڃي رهيو هئس. علي عہ جو هٿ رسول الله صہ جي هٿ ۾ هو. اسان هڪ ماڪيءَ جي مک جي پرسان گذرياسين تہ مک رڙ ڪري چيو، "هيءُ (محمد صہ) آهن، جيڪي نبين جا سردار آهن، هي علي عہ آهن، جيڪي وصين جا سردار آهن." وري اسان هڪ ٻيءَ ماڪيءَ جي مک جي پرسان لنگهياسين تہ ان مک بہ رڙ ڪري چيو، "هي (محمد صہ) هدايت يافتہ آهن ۽ هي علي عہ هدايت ڪرڻ وارا آهن." پوءِ اسان جو هڪ ٻيءَ ماڪيءَ جي مک جي پرسان سان گذر ٿيو، ان بہ رڙ ڪري چيو، "هي محمد صہ آهن، جيڪي الله جا رسول آهن ۽ هي آهن علي عہ، جيڪي الله تعاليٰ جي تلوار آهن." نبي صہ فرمايو، "اي علي عہ، ان جو نالو صيحاني آهي." ان ڏينهن کان ان جو نالو صيحاني پئجي ويو.

# پاراتي جو اثر

علامہ جلال الدين سيوطي رحہ جي تاريخ الخلفاءَ جي حوالي سان زوايت آهي تہ حضرت علي عہ كرم الله وجهہ هڪ ماڻهوءَ کي ڪجهہ فرمايو. ان شخص پاڻ عہ جي ڳالهہ کي ڪوڙو قرار ڏنو تہ پاڻ عہ فرمايو، "جيڪڏهن تون ڪوڙو آهين تہ مان توکي پاراتو ڏيان ٿو." ان ماڻهوءَ چيو، "توهان ضرور پاراتو ڏيو." پاڻ عہ اُن وقت ان شخص کي پاراتو ڏنو، اهو ماڻهو پنهنجي جڳهہ تان اجان چُريو بہ نہ هو جو انڌو ٿي ويو.

# حديث لڪائڻ جو انجام

زيد بن ارقم رضہ چون ٿا تہ جناب حضرت علي عہ اميرالمؤمنين ماڻهن کي قسم ڏئي پڇيو تہ جنهن غدير جي ڏينهن حديث ٻـڌي آهي اهو اٿي بيهي. ڪيترن ئي ماڻهن مان صرف 12 بدري اصحابي اٿي بيٺا ۽ انهن ان جي شاهدي ڏني. زيد بن ارقم چون ٿا تہ مان بہ انهن ماڻهن ۾ هئس، جن ان حديث کي حضور اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم کان ٻڌو هو پر مون ان کي ظاهر نہ ڪيو تہ خدا مون کي انڌو ڪري ڇڏيو. زيد بن ارقم رضہ ان حديث جي شاهدي نہ ڏيڻ تي تمام گهڻا ڏکارا رهيا. سموري عمر توبهہ ڪندا رهيا. اهڙيءَ طرح انس بن مالڪ بہ انهن ماڻهن مان هئا، جن ان حديث کي رسول الله صہ کان ٻـڌو هو پر انهن بہ ان حديث کي لڪائي رکيو. ان تي حضرت علي عہ فرمايو، "جيڪڏهن هي ڪوڙو آهي تہ ان جي پيشانيءَ تي ڪوڙهہ جو اهڙو داغ لڳي وڃي جو اهو عمامي سان بہ نہ لڪي سگهي." طلحہ بن عمير چون ٿا تہ، "خدا جو قسم مون سندن پيشانيءَ تي ڪوڙهہ جو نشان ڏٺو هو، جيڪو سندن عمامي سان بہ نہ لڪي سگهيو هو."

# ڀِت ڪرڻ

حضرت علي ڪرم الله وجهہ جي روشن ڪرامتن مان هڪ اها بہ آهي، جنهن جي روايت حضر امام جعفر صادق عہ ٻُڌائي ٿا تہ جناب امير عہ جي سامهون ٻن ماڻهن پنهنجو تڪرار پيش ڪيو. پاڻ عہ هڪ ڀِت هيٺان فيصلي لاءِ ويهي رهيا. هڪ شخص چوڻ لڳو، "يا اميرالمؤمنين عہ هيءَ ڀِت ڪري پئي." پاڻ عہ فرمايو، "تون هليو وڃ، خدا تنهنجو نگهبان آهي." پاڻ عہ انهن ٻنهي جو فيصلو ڪري اٿيا ئي هئا جو ڀِت ڪري پئي.

# مرغابين جي اطاعت

ابن عاقب کان روايت آهي تہ. حضرت اميرالمؤمنين ع تشريف فرما هئا جو مرغابين جي هڪ قطار اڏامندي پاڻ ع جي اڳيان کان گذري. جيئن ئي هو پاڻ ع جي سامهون آيون تہ انهن ڳالهائڻ شروع ڪيو. پاڻ ع ارشاد فرمايو، "هي توهان کي ۽ مون کي سلام چئي رهيو آهن." منافقن جڏهن اهو ٻڌو تہ هڪٻئي کي مسڪرائيندي اشارا ڪرڻ لڳا. پاڻ ع جڏهن منافقن جي اها حرڪت ڏٺي تہ پاڻ ع هڪدم پنهجي غلام قنبر کي حڪم ڏنو تہ انهن مرغابين کي سڏ ڪر تہ توهان کي اميرالمؤمنين، رسولِ خدا ص جو ياءُ سڏي رهيو آهي." جيئن ئي مرغابين آواز ٻڌو تہ رستو بدلائي مـُڙيون ۽ سڌيون اچي مسجد جي اڳڻ تي ويهي رهيون ۽ سيئي هڪڙي جاءِ تي گڏ ٿي ويون. پاڻ ع انهن سان ڳالهائڻ شروع ڪيو، هو ڳچيون دگهيون ڪري جواب ڏينديون رهيون. پوءِ پاڻ ع جڏهن اهو حڪم ڏنو تہ توهان واپس وڃون تہ هو اٿي پنهنجي منزل طرف روانيون ٿي ويون. غور طلب ڳالهہ آهي تہ پکين تہ پاڻ ع جي ڳالهين کي سمجهي ورتو پر منافقن جيڪي پاڻ ع وٽ ويٺا هئا انهن نہ سمجهيو. ۽ اڄوڪي دؤر ۾ بہ اهو ئي حال آهي جو جيڪي اطاعت ڪن ٿا مولا انهن جي مشڪل ڪشائي بہ فرمائين ٿا.

## اڌ منهن ڪارو

مختلف ڪتابن ۾ اهو معجزو لکيل آهي، ۽ هن واقعي کي هاشمي بيان ڪيو آهي تہ هنن شام جو هڪ ماڻهوءَ کي ڏٺو جنهن جو اڌ منهن ڪارو هو، اُن کان جڏهن پڇيو ويو تہ تنهنجو منهن اڌ ڪارو ڪيئن ٿيو؟ تہ ان عرض ڪيو، "مان علي ع سان مخالفت رکندو هئس ۽ اڪثر پاڻ ع جي شان ۾ گستاخيون ڪندو هئس. اڪثر پاڻ ع جو ذڪر خراب لفظن سان ڪندو هئس. هڪ رات مان سُتو پيو هئس، جو خواب ۾ ڏٺم تہ ڪو ماڻهو آيو، جنهن چيو تہ، تون ئي اُهو آهين جيڪو علي ع کي گهٽ وڌ ڳالهائي ٿو. انهيءَ سان گڏ ئي منهنجي منهن تي هڪ زوردار ٿڦڙ هنيائين، جنهن سان مون کي تمام گهڻي تڪليف ٿي. صبح جو اٿي جڏهن مون پنهنجو چهرو ڏٺو تہ جنهن طرف ٿڦڙ لڳو هو اُهو ڪارو هو."

# مڇين جي اطاعت

مختلف ڪتابن ۾ ان معجزي جو ذڪر ملي ٿو ته جڏهن حضرت علي عہ اميرالمؤمنين جن صفين مان فارغ ٿي فرات درياهہ جي ڪپ تي پهتا تہ پاڻ عہ هڪ تير ڪنيو ۽ هڪ ڦِــڪي رنگ جي ڇڙي فرات جي لهرن تي هڻڻ لڳا ۽ زبان مبارڪ سان فرمايائون، "اي درياهہ جا پاڻي هٽي وڃ." پاڻ عہ جي ارشاد موجب درياهہ جو پاڻي هٽي ويو. ان ۾ جبل جيڏا 12 چشما الڳ الڳ نظر اچڻ لڳا. جنهن کي ڏسي پاڻ عہ جو لشڪر حيران ٿي ويو. پوءِ پاڻ عہ فرمائڻ لڳا، جنهن کي ڪوبہ سمجهي نہ سگهيو. سندن آواز سان درياهہ جون سموريون مڇيون ظاهر ٿيون ۽ آسمان طرف منهن ڪري تڪبير جي صدا بلند ڪرڻ لڳيون. پوءِ انهن مڇين چيو، "سلام هجي توهان تي محبت خدا، سلام هجي يا اميرالمؤمنين عہ، سلام هجي وصي رسول صہ." ۽ چيو تہ، "توهان جي نصرت ڪي ڇڏيو، جيئن هارون بن عمران جي نصرت کي ڇڏيو هو."

اميرالمؤمنين عہ موجود ماڻهن سان مخاطب ٿي فرمايو، "توهان انهن مڇين کي ٻڌو، هاڻي شاهد رهجو ان تي تہ اها منهنجي محبت آهي جنهن جي هنن هينئر شاهدي ڏني آهي."

# علي ع جو امتحان

حضرت عمر رضہ جي دؤر جو هيءُ معجزو آهي تہ، ڪجهہ ماڻهن پاڻ عہ کان امتحان وٺڻ لاءِ اها حرڪت ڪئي، جيئن تہ پاڻ عہ جي هميشہ اها دعويٰ رهي آهي تہ جيڪو ڪجهہ پڇڻ چاهيو تا مون کان پڇو." ان قول جو امتحان وٺڻ لاءِ مديني جي ڪجهہ ماڻهن هڪ عورت جي پٽ کي ڪا لالچ ڏئي ان ڳالهہ تي راضي ڪيو تہ هن کي مئل سمجهي اسان حضرت علي عہ وٽ کڻي تا وڃو. جيڪڏهن انهن جنازي نماز پڙهائڻ شروع ڪئي تہ اسان ان ڇوڪري کي اٿاري ڇڏينداسين، جنهن سان علي عہ جي اها دعويٰ ڪوڙي ٿي ويندي." اهڙيءَ طرح ان ڇوڪري کي باقاعده مُئلن جو ڪفن پهرائي حضرت علي عہ جي خدمت ۾ پيش ڪيائون تہ هي هن عورت جو پٽ آهي، جنهن جي اوچتو وفات ٿي وئي آهي. پاڻ عہ انهن جي ڳالهہ ٻُڌي مسڪرائڻ لڳا ۽ فرمايائون، "ان جو وارث ڪير آهي؟" ماڻهن ٻُڌايو تہ هيءَ عورت آهي." پاڻ عہ ان سان مخاطب ٿي فرمايو، "هن ڇوڪري جي مان جنازي نماز پڙهائي ڇڏيان، هيءُ مري ويو آهي؟" عورت ها ۾ ڪنڌ لوڏيو. پاڻ عہ جنازي نماز پڙهائي ڇڏي. جڏهن نماز ختم ٿي تہ انهن ماڻهن جنازي تي چادر هٽائي ان ڇوڪري کي چيو، "اٿي ويهہ، اڄ اسان ڏسي ورتو تہ حضرت علي عہ ڪجهہ بہ نتا ڄاڻن." پر آهي ماڻهو اهو ڏسي حيران ٿي ويا تہ ڇوڪرو سچ پچ مري چڪو آهي. اهو ڏسي عورت رڙيون ڪرڻ لڳي تہ منهنجو هي اڪيلو پٽ هو، ان کان سواءِ منهنجو ڪوبہ سهارو ناهي ۽ ان عورت سمورو منصوبو بيان ڪيو تہ ڪجهہ ماڻهو سندس جيئري پٽ کي پاڻ عہ کي دوکو ڏيڻ لاءِ کڻي آيا هئا. ۽ پاڻ عہ کي عاجزيءَ سان درخواست ڪيائين. پاڻ عہ اٿيا ۽ ڇوڪري جو پير موڙي چيائون "اي ڇوڪرا زندهہ ٿي وڃ." ڇوڪرو اڳ واري حالت ۾ اچي ويو. سيئي ماڻهو اهو ڏسي حيران ٿي ويا. پوءِ آئينده ڪڏهن بہ جرئت نہ ٿين تہ اهڙي قسم جي حرڪت ڪن.

# جن جو ٻچ

ڪيترن ئي ڪتابن ۾ لکيل آهي تہ رسول خدا صلي الله عليہ وآلہٖ وسلم جن جي خدمت ۾ هڪ جن دين جي حڪم جا مسئلا پڇڻ لاءِ حاضر ٿيو. ايتري ۾ حضرت علي ع تشريف فرما ٿيا. حضرت علي ع کي ڏسندي ئي اهو جن جهرڪيءَ جيترو ننڍڙو ٿي ويو ۽ پاڻ سڳورن ص جن جي خدمت ۾ جن عرض ڪيو، "مون کي هن نوجوان کان پناهہ ڏياريو." حضور ص فرمايو، "تون هن نوجوان کان ڇو ٿو ڊڄين؟" جن عرض ڪيو، "جڏهن مون حضرت سليمان ع سان سرڪشي ڪئي هئي ۽ سمنڊ طرف ڀڄي ويو هئس تہ مون کي ڪوہ گرفتار نہ ڪري سگهيو هو، ايتري ۾ هيءُ نوجوان ظاهر ٿيو هو، هن جي هٿ ۾ هڪ نيزو هو، هن مون کي اهو هنيو ۽ اڄ تائين هن جي لڳايل ڌڪ جي زخم جو نشان موجود آهي."

# خدا جي عنايت

همايون مرزا لکنوي پنهنجي ڪتاب "ڪرشمہ قدرت" ۾ مولانا شيخ ابو جعفر طوسي رح امام زين العابدين عہ کان روايت ڪري لکي ٿو تہ: هڪ ڏينهن پنهي جهانن جا سردار رسولِ خدا صلي الله عليہ وآلہِ وسلم پنهنجي هڪ مُندي حضرت علي عہ کي ڏني ۽ حڪم ڏنو تہ. "مُندي ناهينڊڙ کان هن تي محمد صہ ابن عبدالله لکرائي اچ." مُندي ناهينڊڙ نالو لکي مُندي واپس ڏني. حضرت علي عہ جڏهن مُنديءَ کي ڏٺو تہ محمد صہ ابن عبدالله بجاءِ محمد رسول الله صہ لکيل هو. حضرت علي عہ مُندي ناهينڊڙ کي ارشاد فرمايو، "تو محمد صہ ابن عبدالله بجاءِ محمد رسول الله صہ ڇو لکيو آهي؟" مُندي ناهينڊڙ عرض ڪيو، "يا اميرالمؤمنين عہ توهان صحيح پيا فرمايو پر جڏهن مان هن تي محمد صہ ابن عبدالله لکڻ لڳس تہ منهنجا هٿ ڏکڻ لڳا ۽ پاڻهي محمد رسول الله صہ لکجي ويو." پاڻ عہ اها مُندي کڻي حضور پاڪ صہ جي خدمت ۾ حاضر ٿيا ۽ سموري ڳالهہ بيان ڪيائون. رسول الله صہ ارشاد فرمايو، "محمد رسول الله صہ ۽ محمد صہ ابن عبدالله ٻئي منهنجا نالا آهن." پاڻ صہ اها مُندي پنهنجي آڱر مبارڪ ۾ پائي ورتي. ٻئي ڏينهن جڏهن ان مُنديءَ تي نظر پيئين تہ نگيني هينان علي ولي الله بہ لکيل هو. ان لمحي حضرت جبرائيل عہ نازل ٿيا ۽ عرض ڪيائون، "يا رسول الله صہ ارشاد رب العالمين آهي تہ جيڪو ڪجهہ توهان چاهيو لکرائي ورتو ۽ جيڪو ڪجهہ مون چاهيو پنهنجي قدرت سان ان تي نقش ڪيو."

# مُردي کي زندھ ڪرڻ

مشڪل ڪشا پنهجي حياتي ۾ ڪيترن ئي اهم موقعن تي مُردن کي زندھ ڪيو، جنهن جي شاهدي سيني ماڻهن ڏني. اهڙيءَ طرح جو هڪ واقعو جنهن جي روايت مختلف ڪتابن ۾ مختلف طريقن سان لکيل آهي، مستند روايت سان امام جعفر صادق عہ کان روايت آهي تہ حضرت علي اميرالمؤمنين عہ جي خدمت ۾ بني مخزوم جو هڪ جوان حاضر ٿيو، جنهن جي پريشاني سندس چهري مان جهلڪي رهي هئي، پاڻ عہ جي خدمت ۾ عرض ڪيائين، "يا اميرالمؤمنين عہ منهنجو جوان ياءُ مري ويو آهي، جنهن جي صدمي ۾ مان بيحد بي قرار آهيان." پاڻ عہ ان جوان کي فرمايو، "تون ڇا ٿو چاهين؟" جوان عرض ڪيو، "مان اُن کي ڏسڻ چاهيان ٿو." پاڻ عہ اٿيا، ردائي رسول صہ ويڙهي ان جوان کي گڏ وٺي قبرستان ويا. پاڻ عہ جي زبان مان ڪجھ لفظ جاري ٿيا، جنهن کي ڪوبہ نہ سمجهي سگهيو. پاڻ عہ قبر کي لت هڻئي، اُن مان هڪ ماڻهو نڪتو، جيڪو فارسيءَ ۾ ڳالهائڻ لڳو. حضرت عہ فرمايو، "تون عرب ٿي ڪري فارسيءَ ۾ ڳالهائين پيو." "اسان فلاڻي جي سنت تي مُئاسين، جنهن جي ڪري اسان جي ٻولي بدلجي وئي آهي." ان جي ياءُ ان کي ڏٺو، پوءِ اُهو مُردو قبر ۾ سمهي رهيو ۽ قبر ساڳيءَ طرح بند ٿي وئي.

# بادل جو ٽڪر

محمد صالح حنيف بني مسلمان پنهنجي ڪتاب "ڪوڪب دري" ۾ حضرت اميرالمؤمنين ع جا تمام گهڻا فضائل بيان ڪيا آهن ۽ پاڻ ع جي ڪيترن ئي معجزن، ڪرامتن ۽ مشڪل ڪشائيءَ جي واقعن کي مختلف مستند روايتن سان پنهنجي ڪتاب ۾ بيان ڪيو آهي. هڪ معجزو اهو بہ آهي تہ پاڻ ع جي حڪم سان بادل جو ٽڪر ڳالهائڻ لڳو. جنهن جي روايت حضرت سليمان فارسي رض کان ٿا تہ هڪ ڏينهن امام حسن ع پنهنجي والد حضرت علي ع اميرالمؤمنين جي خدمت ۾ عرض ڪيو تہ خدا حضرت سليمان ع کي ملڪ عظيم عطا فرمايا، توهان کي بہ ان کان وڌي بادشاهت فرمائي آهي. پاڻ ع فرمايو، "ها." پاڻ ع وضو فرمايو ۽ ٻہ رڪعتون نماز ادا ڪئي ۽ دعا فرمائي ۽ هڪ بادل جي ٽڪر طرف اشارو ڪيو، اهو هيٺ لهي آيو ۽ ان مان آواز آيو، "مان گواهي ڏيان ٿو تہ الله کان سواءِ ڪوبہ معبود ناهي ۽ محمد ص ان جا رسول برحق آهن ۽ تون اي علي ع ان جو وصي ۽ خليفہ آهين، جيڪو تنهنجي باري ۾ شڪ ڪندو اهو تباهہ ۽ برباد ٿي ويندو." پوءِ ٻئي بادل طرف اشارو ڪيو، اهو بہ ايئن چوڻ لڳو.

# وڻ سائو ٿيڻ

ڪتاب ڪوڪب دري ۾ لکيل آهي، جنهن جي روايت حضرت سلمان فارسي رضہ کان آهي تہ هڪ ڏينهن امام حسن عہ [illegible] پيا اصحابي حضرت علي عہ اميرالمؤمنين سان گڏ هڪ وڏي [illegible] تي تشريف فرما ٿيا تہ اتي هڪ سُڪل وڻ ڏسي حضرت امام حسن عہ فرمايو، "يا اميرالمؤمنين عہ هي وڻ ڇو سُڪي ويو آهي؟" حضرت عہ فرمايو، "هن وڻ کان پڇ." پاڻ عہ سوال ڪيو، جواب نہ مليو تہ ڏهن حضرت علي عہ فرمايو، "اي وڻ، فرزند رسول صہ کي جواب ڇو نٿو ڏئين." ان وڻ مان آواز آيو، "توهان جا والد بزرگوار هر صبح جو اچي منهنجي هيٺان ٻہ رڪعتون نمازپڙهندا هئا ۽ هڪ بادل ايندو هو، جنهن مان مشڪ جي خوشبو ايندي هئي ۽ ان تي هڪ ڪرسي رکيل هوندي هئي، ان تي سوار ٿي هليا ويندا هئا. اڄ چاليهہ ڏينهن گذري ويا آهن جو تشريف فرما نہ ٿيا آهن، اُن ڪري مان سُڪي ويو آهيان." ان کانپوءِ اميرالمؤمنين عہ ان وڻ جي هيٺان ٻہ رڪعتون نماز ادا فرمائي تہ وڻ ساڳيءَ طرح سائو ٿي ويو.

# خدا جو تحفو

سيد محمد صالح حنفي سني عالم پنهنجي ڪتاب "ڪوڪب دري" ۾ لکن ٿا تہ امام حُسين عہ کان روايت آهي تہ: هڪ ڏينهن منهنجو والد بزرگوار فرات درياهہ جي ڪناري تي غسل فرمائي رهيا هئا تہ اوچتو هڪ لهر آئي ۽ پاڻ عہ جو لباس مبارڪ وهائي ڪٿي وئي.

جڏهن پاڻ عہ غسل کان فارغ ٿيا تہ هڪ غيبي آواز آيو. "پنهنجي ساڄي طرف ڏسو ۽ جيڪو ملي اهو ڪٿي وٺو." جڏهن حضرت علي عہ ساڄي طرف نظر ڪئي تہ ڏٺائون تہ هڪ لباس ويڙهيل پيو آهي. پاڻ عہ اُن کي کڻي ورتو ۽ هڪ پرچي اُن مان نڪتي، جنهن تي لکيل هو. "هي تحفو خداوند ڪريم، عزيز، حڪيم طرفان علي بن ابي طالب ڏانهن آهي، هي هديہ قميض آهي، جيڪو عمران کي ميراث ۾ ڏنو ويو هو. اهڙيءَ طرح اسان ان کي بين ماڻهن جي ميراث ۾ ڏيون ٿا."

# ماءُ جي پيٽ ۾ ڳالهائڻ

مولا علي عہ مشڪل ڪشا جا معجزا سندن ولادت کان اڳ، ئي ظاهر ٿيڻ لڳا هئا. مختلف طريقن سان اهڙيون ڳالهيون ظهور ۾ اچڻ لڳيون جو جن جي اڳيان هر ڪنهن کي سِر جهڪائڻو ٿي پيو. پاڻ عہ اجا ماءُ جي پيٽ ۾ ئي هئا جو پاڻ عہ رسول خدا صہ سان ڳالهائيندا هئا. ان جي روايت سُني شيعہ ٻنهي ڪتابن ۾ موجود آهي، جنهن جي حقيقت کان ڪنهن کي بہ انڪار ڪونهي. هڪ روايت آهي تہ جڏهن حضور اڪرم صلي الله عليہ وآلہٖ وسلم پنهنجي چاچا حضرت ابو طالب جي گهر تشريف کڻي ويندا هئا تہ منهن مبارڪ اميرالمؤمنين طرف ڪري فرمائيندا هئا، "اي منهنجا ياءُ! توتي منهنجو سلام هجي." ۽ اميرالمؤمنين ماءُ جي پيٽ مان جواب ڏيندا هئا، "عليڪ اسلام يا رسول الله." جنهن طرف پاڻ سڳورا صہ ويهندا هئا پنهنجو رُخ اُن طرف ڪري ونندا هئا. ان ڳالهہ کان مطلع ٿيڻ کانپوءِ پاڻ سڳورن صہ فرمايو، "حق تعاليٰ هن جي ذات کي بزرگ ۽ معزز ڪري."

# هڪ اچو پڪي

مشهور ۽ مقبول واقعو جيڪو هڪ وڏو معجزو آهي تہ پاڻ عہ جو نالو خدا تعاليٰ خود رکيو ۽ اهو نالو پاڻ عہ جي ولادت کان اڳ ڪنهن جو نہ هو. ان جي روايت سمورن سُني ۽ شيعا ڪتابن ۾ موجود آهي. هتي اسان محمد صالح سُني حنفي جي ڪتاب "ڪوڪب دري" جي حوالي سان بيان ڪريون ٿا. حضرت علي عہ جي والده حضرت بيبي فاطمہ بنتِ اسد ڪي جڏهن سُور ٿيا تہ پاڻ ڪعبي طرف روانيون ٿيون. غيب مان آوازِ آيو. "اي معظمہ باهر نہ بيهہ، گهر اندر هلي اَءُ." جڏهن بي بي فاطمہ بنتِ اسد ڪعبي اندر تشريف کڻي ويون تہ هڪ پردو نظر آيو. ان پڙدي ۾ لڪي ويون. جناب امير عہ جي ذات ان پردي اندر غيب کان هن دنيا ۾ ظهور فرمايو. ان لمحي هڪ اچي پکيءَ ڇت تان لهي اچي پنهنجي چنهب سان جناب امير عہ جي سيني تي اسم علي عہ لکيو ۽ ان کان اڳ هن دنيا ۾ ڪنهن جو بہ نالو علي عہ نہ هو.

# ابو جهل جو ڪنڌ

مولا علي ع مشڪل ڪشا جي معجزن جي ڳڻپ انساني طاقت کان مٿي آهي. پاڻ ع اجا هن دنيا ۾ آيا ئي هئا ۽ اُن وقت پاڻ ع جي عمر صرف ڪجهہ ڪلاڪن جي هوندي جو اُن وقت جي دستور مطابق ڪنهن کي ڪو ٻار پيدا ٿيندو هو تہ ابو جهل بُتن جي پيرن جي مٽيءَ جو سرمو ان ٻار جي اکين ۾ لڳائيندو هو. جڏهن سلطانِ ولايت جي ولادت جي خبر ان کي پهتي تہ اهو ڀُڏندي ئي ان طرف رُخ ڪيو. ان بدبخت جڏهن اميرالمؤمنين کي ڏٺو تہ دستور مطابق پاڻ ع جي اکين ۾ بُتن جي مٽيءَ جو سرمو لڳائڻ چاهيو. ڪيترو ئي زور لڳايو پر حضرت علي ع کي نہ ڪٽيءِسگهيو. جڏهن تہ ابو جهل تمام گهڻو ڏگهو ۽ طاقتور هوندو. اُن وقت پاڻ ع تمام ننڍڙا ۽ صرف ڪجهہ ڪلاڪن جا ئي هئا. اُن وقت ئي پاڻ ع جي روحاني طاقت جو اندازو ان ڳالهہ مان لڳائي سگهجي ٿو تہ ابو جهل بدبخت پنهنجين آڱرين کي پاڻ ع جي اکين تي رکيو تہ جيئن کولي سرمو لڳائي. ان بدبخت ڪيترو ئي زور لڳايو پر اکيون نہ کُليون. ان وقت شاهہ ولايت جناب امير ع ولايت جي طاقت سان هڪ چماٽ ان جي مُنهن تي هنئي جو هو پوريان گهُمي ويو. ٿڦڙ جي طاقت جو اندازو ان مان لڳائي سگهجي ٿو تہ ان ٿڦڙ سان ابو جهل جو ڪنڌ ٽيڏو ٿي ويو ۽ ان جو ٽيڏو ڪنڌ ڪڏهن بہ سڌو نہ ٿيو. آخري وقت تائين اهو بدبخت ايئن ئي رهيو. جنهن کي سموري زماني ڏٺو.

# پاڻ سڳورن ﷺ کي ڏٺو

مشهور روايت آهي تہ حضرت علي عہ جڏهن هن دنيا ۾ تشريف فرما ٿيا تہ سڀ کان اڳ ڪين حضور اڪرم صلي الله عليہ وآلہٖ وسلم جن جي زيارت نصيب ٿي. جنهن جي روايت هر عام ۽ خاص ڪتاب ۾ آهي ۽ يورپين مؤرخن بہ پنهنجن ڪتابن ۾ ان معجزي جو ذڪر ڪيو آهي. حضرت علي عہ جڏهن هن دنيا ۾ آيا تہ پاڻ عہ اکيون نہ کوليون، جنهن تي سندن والده محترمہ پريشان ۽ غمگين ٿيون ۽ چيو تہ، "اي پُٽ، تون اکيون ڇو نٿو کولين؟ هن دنيا جو مشاهدو ڇو نٿو ڪرين؟ ڪٿي تون نابين تہ ناهين؟" ان وقت خدا طرفان حضور صلي الله عليہ وآلہٖ وسلم جن کي بشارت ٿي تہ تنهنجو ابن عم پيدا ٿي ويو آهي، جلدي وڃي ان جي سار سنڀال ڪر." آفتابِ رسالت ﷺ ان طرف رُخ فرمايو ۽ وڃي آسمانِ ولايت کي پنهنجي هنج مبارڪ ۾ ويهاريو، جڏهن حيدرِ ڪرار کي پاڻ ﷺ جي خوشبوءِ پهتي تہ پاڻ ﷺ جي جمال جهان آراءِ جي زيارت لاءِ اکيون کولي ورتيون ۽ سلام دعا جي رسم ادا فرمائي پاڻ ﷺ جي ساراهہ ۾ زبان کولي. پاڻ سڳورن ﷺ پنهنجن هٿن سان حيدرِ ڪرار جي اکين ۾ سُرمو پارايو.

# مشڪل ڪشا جي دعويٰ

حضرت مولانا محمد عبدالسلام قاري السني الحنفي پنهنجي ڪتاب "شهادت نواسہ سيد الابرار" ۾ صفحي 341 تي مولا علي عہ مشڪل ڪشا جي فضائلن لاءِ بيان ڪري ٿو. جيڪو منهنجي نظر ۾ مشڪل ڪشا جو سڀ کان وڏو معجزو آهي، ڇو تہ ڪنهن هستيءَ ۾ ايتري جرئت ناهي جو هو اعلانيہ ايڏي وڏي دعويٰ ڪري.

حضرت سيدنا الطفيل عامر کان روايت آهي تہ مون خود پنهنجن ڪنن سان مولا عليءَ عہ کي اهو فرمائيندي ٻڌو تہ، "مون کان پڇو الله تعاليٰ جو قسم قيامت تائين جو تيڻ وارو آهي، مان توهان کي ٻڌائيندس توهان مون کان نہ پڇي سگهندا. مان توهان کي سڀ ڪجهہ ٻڌائيندس." حضرت سعيد بن مسيب رضہ روايت ڪن ٿا تہ، "اسان جي زماني ۾ سواءِ علي عہ جي ڪوبہ اهڙو نہ هو جنهن اهو فرمايو هجي تہ پڇي وٺو مون کان، جيڪو ڪجهہ پڇڻو آهي، مان توهان کي ٻڌايان."

ليڪڪ اڳيان وڌيڪ لکن ٿا تہ ثابت ٿيو تہ حضرت مولا علي المرتضيٰ عہ قيامت تائين جي احوال جي خبر رکن ٿا ۽ اُن ڪري سمورن علمن کي ڄاڻندڙ پاڻ عہ ئي آهن ۽ سمورن علمن جا واهہ سندن ئي چشمي مان هليا آهن. ولي- قطب، غوث- ابدال، اوتار، درويش، قلندر، سالڪ، قادري، نقشبندي، سهروردي، چشتي، معرفت، حقيقت، طريقت، شريعت اهي سڀ علم جا واهہ بابِ مدينۃ العلم جي فيض سان وهيا آهن.

# وڻ جي نماز

ڪوڪب دري جا مصنف محمد صالح ڪشفي السني الحنفي ابوالزبير ڪان روايت ڪندي بيان ڪن ٿا تہ: ابوالزبير جابر بن عبدالله انصاريءَ ڪان پڇيو تہ توڪي اميرالمؤمنين ع جو ڪو معجزو ياد آهي. جابر رض فرمايو، "هڪ ڏينهن ڪجهہ اصحابين سان گڏ جناب امير ع وڃي رهيا هئا. هڪ ٻير جي وڻ وٽ پهتا تہ پاڻ ع فرمايو تہ توهان هتي ويهو، مان هن وڻ هيٺان ٻہ رڪعتون نماز پڙهان ٿو. پاڻ ع نماز ۾ مشغول ٿي ويا. خدا جو قسم مون وڻ کي ڏٺو تہ رڪوع ۽ سجدي ۾ حضرت علي ع جو ساٿ ڏئي رهيو هو. اسان حيران ٿي ويهي رهياسين. ايستائين جو پاڻ ع نماز ڪان فارغ ٿيا. پاڻ ع شان گڏ وڻ جون ٽاريون ٻہ دورد پڙهنديون رهيون. ان ڪانپوءِ فرمايو، "خدا محمد ص و آل محمد ص جي دشمنن تي لعنت وجهہ ۽ محمد ص ۽ آل محمد ص جي حبدارن تي رحم ڪر." سمورين ٽارين چيو، آمين آمين."

# ازدھو بڻجي ويو

حضرت سلمان فارسي رضہ کان روايت آهي تہ: هڪ شخص جيڪو اڪابر بني عدي مان هو، جتي بہ هوندو هو پاڻ عہ جي محبوبن کي گاريون ڏيندو هو ۽ گهڻ وڏ ڳالهائيندو هو. هڪ دفعي حضرت علي عہ هڪ ڪمان هٿ ۾ ڪٽِي باغن طرف وڃي رهيا هئا تہ اُن وقت هڪ ماڻهوءَ سان ملاقات ٿي. پاڻ عہ فرمايو، "مون ٻُڌو آهي تہ تون اسان جي محبوبن کي گهڻ وڏ ڳالهائين ٿو." هن جواب ڏنو، "ها، مان ايئن چوان ٿو، مون کي ڪير منع ڪري سگهي ٿو؟" جناب امير عہ فرمايو، "ايئن آهي." پاڻ عہ پنهنجي ڪمان پَٽ تي ڪيرائي ڇڏي. ڪمان پٽ تي ڪرندي ئي هڪ وڏو خطرناڪ ازدھو بڻجي وئي ۽ وات کولي ان ماڻهوءَ طرف وڌيو. هن رڙيون ڪيون ۽ فرياد ڪيو، "يا اميرالمؤمنين منهنجي توبهہ، آئنده ڪڏهن بہ ايئن نہ ٿيندو." پاڻ عہ کي رحم آيو، پاڻ عہ زمين طرف هٿ وڌايو تہ سندن هٿ ۾ جهڙي ڪمان هئي اهڙي ئي بڻجي وئي.

# پٿر تي نشان

مستند روايت سان مختلف ڪتابن ۾ مختلف طريقن سان لکيل آهي، جيڪو پاڻ عہ جو هڪ تمام وڏو معجزو آهي تہ پاڻ عہ پٿر تي هٿ هنيو تہ ان سخت پٿر تي نشان ٿي ويو. اهو پٿر ڪوفي ۾ موجود آهي. اهڙي قسم جا پٿر مشهد، ڪف، تڪريت، موصل قطعيتہ الاٿين وغيره ۾ بہ موجود آهن. پاڪستان ۾ بہ اهڙا پٿر موجود آهن، جن مان خبر پوي ٿي تہ پاڻ عہ جتي بہ پنهنجو هٿ هنيو اتي اهو معجزو ظاهر ٿيو. اهڙي قسم جو هڪڙو پٿر حيدرآباد سنڌ قدم گاهہ مولا علي عہ اسٽيشن روڊ ۾ بہ موجود آهي، جيڪو منهنجي خيال ۾ نماز جي حالت جو آهي، ان پٿر جي زيارت لکن جي تعداد ۾ مسلمان ڪري چڪا آهن ۽ اڄا بہ اهو پٿر موجود آهي.

## يھوديءَ آزمايو

مناقب آل ابي طالب مختلف طريقن سان لکيو آهي تہ: هڪ ڏينهن هڪ يهودي آيو ۽ عرض ڪيو، "يا محمد صہ توهان جي دعا قبول ٿئي ٿي تہ توهان اسان جي سردار جي پٽ جي حق ۾ دعا ڪريو، جيڪو ڪوڙهہ جي بيماريءَ ۾ مبتلا آهي." حضور صہ حضرت علي عہ کي فرمايو، "اي ابوالحسن عہ، هن جي عافيت متعلق دعا ڪريو." حضرت امير عہ دعا ڪئي، الله ان کي نيڪ ڪري ڇڏيو ۽ هو سڀني ماڻهن کان خوبصورت ٿي ويو ۽ ان ايمان آندو. ان جي پيءُ چيو تہ، "هي پنهنجي صحت مطابق نيڪ ٿي ويو آهي ۽ هاڻي اسان کي بددعا ڪريو." حضرت علي عہ بارگاهہ الاهي ۾ دعا ڪئي تہ اي معبود هن کي هن جي پٽ جي مرض ۾ گرفتار ڪر. اهو ماڻهو اُن وقت ئي ڪوڙهہ ۾ مبتلا ٿي ويو ۽ چاليهہ سالن تائين ان ئي حالت ۾ دنيا ۾ عبرت جو نشان بڻيل رهيو.

# فرشتن جو تعداد

محمد صالح ڪشفي، ڪوڪب دري ۾ مستند حوالن سان هيءُ معجزو لکي ٿو تہ: پاڻ سڳورا صلي الله عليہ وآلہٖ وسلم هڪ دفعي جناب سيده عہ جي دولت سرا ۾ تشريف فرما هئا. پاڻ صہ حضرت علي عہ کي فرمايو، "اي ياءُ، تون دروازو بند ڪري ڇڏ، ڇو تہ فرشتا مون وٽ موجود آهن، مون کان تعليم حاصل ڪن پيا." ايئن واري واري سان ملائڪ ايندا رهيا ۽ تعليم وٺي ويندا رهيا. حضرت علي عہ انهن جو آواز ٻڌي معلوم ڪري ورتو تہ پاڻ صہ وٽان ٽي سئو پنجٽيهہ فرشتا تعليم وٺي ويا آهن. جڏهن درس مان فارغ ٿي چڪا تہ حضرت علي عہ عرض ڪيو، "يا حضرت صہ توهان وٽ ٽي سئو پنجٽيهہ فرشتا آيا هئا." پاڻ صہ فرمايو، "توکي ڪيئن خبر پئي؟" عرض ڪيائون، "مون ايترا ئي آواز ٻڌا هئا، جنهن سان مون کي خبر پئجي وئي." پاڻ صہ حضرت علي عہ جي سيني تي هٿ رکي فرمايو، "علي عہ خدا تنهنجي ايمان ۽ علم کي وڌائي."

# قرآن جي تلاوت

مستند ترين ڪتابن ۾ هيءَ روايت مختلف طريقن سان ڪئي وئي آهي، ڪوڪب دري ۾ مستند ڪتابن جي حوالن سان بيان ڪيل آهي تہ جناب امير عہ جو هڪ وڏو معجزو اهو بہ آهي تہ پاڻ عہ جنهن وقت سواريءَ لاءِ پير رڪاب ۾ رکندا هئا تہ قرآن مجيد جي تلاوت شروع ڪندا هئا ۽ جيستائين ٻيو پير رڪاب ۾ پهچندو هو ختم ڪري ڇڏيندا هئا.

# بغض جو انجام

مسلمان تي بغضِ علي عہ رکڻ واري کان وڌيڪ دنيا ۾ نياڳو ۽ جهنمي ٻيو ڪير ٿي سگهي ٿو؟ تاريخ جا صفحا شاهد آهن، پاڻ عہ کي گهٽ وڌ چوڻ واري جو انجام ڪيترو عبرتناڪ ٿيو آهي. ڪيترائي پيرا ڏنو ويو آهي جو اهڙي ملعون کي سخت سزا ملي آهي. ڪو گهوڙي تان ڪري مري ويو، ڪنهن کي اُٺ ماري ڇڏيو، ڪنهن جي مٿان آسمان تان پٿر ڪريو، ان سبب مري ويو. ڪو خطرناڪ بيماريءَ ۾ مبتلا ٿي ويو ۽ جيڪي ماڻهو هن دنيا ۾ سزا کان بچي ويا آهي آخرت واري ڏينهن سخت ترين سزا جا حقدار ٿيندا. افسوس جو پراڻي زماني کان وٺي اڄ تائين اهڙا بدبخت مسلمان سامهون ايندا رهيا آهن جيڪي پاڻ ئي دوزخ جا خريدار بڻجي چڪا آهن. هتي "شواهد النبوت" ۽ "ڪوڪب دري" جي حوالي سان اهڙن بدبختن جو انجام بيان ڪجي ٿو، جيڪو مولا علي عہ جو هڪ معجزو آهي تہ انهن کي اُن ئي وقت سزا ملي.

هڪ شخص مديني ۾ اميرالمؤمنين حضرت علي عہ کي گهٽ وڌ ڳالهائيندو هو. اتفاق، سان اهو ماڻهو هڪ ڏينهن پنهنجي اُٺ کي ٻاهر ڇڏي مسجد ۾ اچي هڪ ميڙ ۾ ويهي رهيو. اُٺ پنهنجي جڳهہ تان اٿي مسجد ۾ گهڙي آيو ۽ ان بدبخت ماڻهوءَ کي پنهجي سيني سان دٻائي ڇڏيو ۽ ڇچري ماري ڇڏيو. مٿي ڄاڻايل ڪتاب ۾ لکيل آهي تہ ابراهيم بن هشام فخزومي والي مدينہ جمع جي ڏينهن مون کي (عبدالله کي) پنهنجي ويجهو ويهاري اميرالمؤمنين جي شان ۾ گستاخي ڪندو هو. هڪ جمع جي ڏينهن وڏو ميڙ مسجد ۾ گڏ هو. مان منبر جي پرسان ويٺي سوچندي سوچندي سمهي پيس. ڏٺم تہ مزار رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم ڦاٽي پئي ۽ اُن مان هڪ مرد اڇو لباس پهري نڪتو ۽ چيو، "اي عبدالله ان هن ماڻهوءَ جون ڳالهيون توکي غمگين ڪن ٿيون."

مون عرض ڪيو، "ها." فرمايائين، "اک کولي ڏس، خدا تعاليٰ ان سان کھڙو سلوڪ ٿو ڪري." جڏهن مون اک کولي ڏٺو تہ هو منبر تان ڪريو ۽ مري ويو. بظاهر ڏٺو وڃي تہ منبر جي بلندي وڌ کان وڌ ٻہ فوٽ ٿي سگهي ٿي ۽ صرف ٻن فوٽن جي بلنديءَ تان ڪري اهڙي ماڻهوءَ جو مري وڃڻ مولا مشڪل ڪشا سان گستاخيءَ جي هڪ سزا آهي. اهو ئي مولا علي ع جو معجزو آهي، جتي هو مشڪل ۾ گهيريل ماڻهن کي تڪليفن جي ڪڻ مان ڪڍن ٿا اتي اهڙن بدبختن کي غيبي ۽ روحاني قوت ذريعي سزا ڏيڻ جو بہ اختيار رکن ٿا.

# واهہ جو پاڻي

مشڪل ڪشا جو هيءُ بہ وڏو معجزو آهي تہ پاڻ ع جيڪو ڪجهہ فرمائي ڇڏيو اھو ٿي، تيئي اهڙي قسم جو هڪڙو معجزو ڪوڪب دري روضتہ الصفا جلد ستين جي حوالي سان لکيو آهي تہ بابل جي حدن ۾ هڪ واهہ آهي. اميرالمؤمنين حضرت علي ع اتي هڪ هڪ ماڻهوءَ تي هڪ خاص رقم مقرر ڪري رکي آهي تہ هر سال خدا جي راهہ ۾ ڏئي، جيڪڏهن مقرره رقم ڏين ٿا تہ پاڻي انهن جي نالين ۾ چڙهي اچي ٿو، جيڪڏهن رقم خدا جي راهہ ۾ نٿا ڏين تہ پاڻي انهن جي نالين ۾ نٿو چڙهي.

# ڪوپڙيءَ سان ڳالهائڻ

ڪوڪب دري جي ليکڪ، محمد صالح احسن الڪبار جي هڪ مرده ڪوپڙيءَ سان ڳالهائڻ جو معجزو لکيو آهي. امام جعفر صادق عہ کان روايت آهي تہ: هڪ ڏينهن اميرالمؤمنين بابل جي سرزمين ۾ هڪ انساني ڪوپڙي پيل ڏٺي. اُن کي مخاطب ٿي فرمايائون، "اي جمجمہ (مٽي جي ڪوپڙي) تون ڪير آهين؟" هن جواب ڏنو، "مان فلاڻو بن فلاڻو، فلاڻي ملڪ جو بادشاهہ هئس." جناب امير عہ فرمايو، "مان علي مرتضيٰ عہ آهيان، محمد صہ جو وصي آهيان. مون کي ٻُڌاءِ، جيڪو ڪجهہ تو پنهنجي زندگيءَ ۾ ڏٺو، جيڪو ڪجهہ عمل ڪيو." ڪوپڙيءَ ڳالهائڻ شروع ڪيو ۽ اول کان آخر تائين پنهنجي عمر جون سموريون ٻُريون حالتون هڪ هڪ ڪري بيان ڪيون. جنهن جڳهہ تي ڪوپڙيءَ حضرت امير عہ سان ڳالهايو هو اتي ماڻهن هڪ مسجد تعمير ڪئي ۽ اُن جو نالو مسجد جمجمہ (ڪوپڙيءَ جي مسجد) رکيو. ان علائقي ۾ اها مسجد ايتري تہ مشهور آهي جو ماڻهو اُتي وڃي نماز پڙهن ٿا ۽ حاجتمند پنهنجون حاجتون طلب ڪن ٿا.

# ام فروه کي زندھ ڪرڻ

مشڪل ڪشا جو هڪ تمام وڏو معجزو هيءُ بہ آهي، جنهن کي ڪوڪب دري احسن الڪبار جي حوالي سان لکيو آهي تہ حضرت ابوبڪر صديق رضہ جي زماني ۾ ام فروه نالي هڪ عورت هئي، جيڪا تمام گهڻي عبادت گذار، نيڪ ۽ حُبِ آلِ رسول صہ دل ۾ رکندي هئي. هڪ ڏينهن اُن جو هڪ منافق مالدار سان بحث ٿيو، جيئن تہ ان پاڪدامن آلِ رسول صہ جي ساراهہ ۾ گهڻو ڪجهہ بيان ڪيو. ان منافق ان کي ايترو تہ ماريو جو هوءَ مري وئي. ان جي مڙس جاچ جوچ ڪري ان کي دفنائي ڇڏيو ۽ جناب عہ جي درِ دولت تي حاضر ٿيو. ان وقت پاڻ عہ وادي قرئي ۾ تشريف فرما هئا. تنهن ڪري هن اوڏانهن جو رُخ ڪيو ۽ واپسيءَ تي زيارت جو شرف حاصل ڪيائين ۽ پوءِ روئيندي پِٽيندي سمورو واقعو عرض ڪيو. اميرالمؤمنين ان عورت جي قبر تي بہ رڪعتون نماز پڙهي ۽ هٿ مٿي ڪري هي دعا ڪئي، "اي مرڻ کانپوءِ نفسن کي زندھ ڪرڻ وارا ۽ هڏين کي فوت ٿيڻ کانپوءِ زندھ ڪرڻ وارا، اُم فروه کي اسان جي لاءِ زندھ ڪر ۽ ان کي پنهنجن نافرمان بندن لاءِ عبرت جو باعث ڪر." ان کانپوءِ ان جي قبر طرف نظر ڪئي تہ هڪ ڦاٽ ڏنائون، جنهن ۾ هڪ پڪي ڏاڙهون جو داڻو چنهب ۾ جهلي اچي ۽ وڃي رهيو هو ۽ امير عہ ڏانهن اشارو ڪري رهيو هو. اوچتو قبر ڦاٽي پئي ۽ امہ فروه سندس جي هڪ چادر مٿي تي پائي ٻاهر آئي ۽ اميرالمؤمنين کي سلام عرض ڪري چوڻ لڳي، "بي ايمان منافق چاهن ٿا تہ تنهنجي ولايت جي نور کي لڪائي رکن پر نٿا ڪري سگهن." الله تعاليٰ فرمايو آهي، ترجمو: (هو چاهن ٿا تہ الله جي نور کي پنهنجن مومنن سان وسائي ڇڏين ۽ الله پنهنجي نور کي ڪامل ڪرڻ وارو آهي، ڀوءِ ڀلي ڪافر ڪراهت ڪن.) ان کانپوءِ امہ فروه ڪيترائي سال زندھ رهي ۽ اُن مان جيڪي ٻار پيدا ٿيا اُنهن ڪربلا جي ميدان ۾ امام مظلوم عہ سان گڏ شهادت جي منزل ماڻي.

# اي ڪُتا پري هٽ

اصبغ بن بناتہ کان روايت آهي تہ: مان هڪ ڏينهن اميرالمؤمنينس جي پويان پويان وڃي رهيو هئس تہ هڪ قريشي ويجهو اچي چيو. "يا علي ع تو ڪيترن ئي مَردن کي قتل ڪيو ۽ ڪيترن ئي ٻارن کي يتيم ڪيو آهي." امير ع ويجهو اچي ان کي فرمايو. "اي ڪُتا پري هٽ." جڏهن مون ڏٺو تہ هو ڪارو ڪتو بڻجي ويو هو. پُڇ لوڏي رهيو هو ۽ پَٽ تي ليٽي رهيو هو. اها حالت ڏسي حضرت علي ع کي رحم آيو. پاڻ ع دعا ڪئي تہ هو اصلي حالت ۾ اچي ويو ۽ پاڻ ع جي قدمن تي هٿ رکي توبهہ ڪئي. موجوده ماڻهن مان هڪ ماڻهوءَ عرض ڪيو تہ. "اي خيرالمرسلين ص جا وصي، قادرِ حقيقي توهان کي اهڙن اهڙن معجزن ۽ ڪرامتن تي قدرت عطا فرمائي آهي، ڪهڙو سبب آهي جو توهان معاويہ کي جيڪو توهان جو مخالف آهي ختم نتا ڪري سگهو؟" پاڻ ع فرمايو. "اسان خدا جا عبادت گذار بندا آهيون، اُن جي حڪم ڪانسواءِ ڪوبہ ڪم نتا ڪري سگهون ۽ اُن جي حڪم موجب ئي عمل ڪندا آهيون ۽ ڪہ الله جي رضا جي برخلاف پنهنجي نفساني خواهشن موجب ڪم ڪرڻ جائز سمجهي ٿو تہ اُهو آخرت جي عذاب ۾ گرفتار ٿيندو ۽ آخرت جو عذاب دنيا جي عذاب کان تمام گهڻو سخت آهي."

# پيءُ جي پيٽ

مناقبِ آل ابي طالب ۾ مختلف حوالن سان لکيل آهي تہ: حضرت علي عہ احرام جي رات هڪ ماڻهوءَ کي روئندي ڏٺو. پاڻ عہ ان ماڻهوءَ جي ويجهو ويا، اُن کي ڏٺائون، جيڪو هڪ نوجوان شخص هو، جنهن جو اڌ جسم سُڪي چڪو هو. سبب پڇڻ تي ان شخص ٻڌايو تہ، "مان هڪ عيش پرست انسان هئس. منهنجو پيءُ مون کي نصيحت ڪندو هو. هڪ ڏينهن مون کي نصيحت ڪرڻ لڳو، مون ڪاوڙ ۾ اچي گستاخي ڪئي. هن مون کي پِٽيو ۽ ڪجهہ شعر پڙهيا. جڏهن هن اهو پڙهي بس ڪيو تہ منهنجو اڌ جسم سُڪي چڪو هو. مون گهڻو پڇتايو ۽ توبهہ ڪئي، مون منهنجي پيءُ کي چڱيءَ طرح راضي ڪري ورتو. هو اٺ تي سوار ٿيو تہ جيئن مون کي ان جڳهہ تي وٺي اچي تہ جيئن منهنجي حق ۾ دعا ڪري پر اتفاق سان جڏهن اسان اڌ رستو طئہ ڪري چڪاسين تہ هڪ پکي اڏريو ۽ اُن جي اڏرڻ سبب اُٺ مري ويو ۽ منهنجو والد اٺ تان ڪري مري ويو. هاڻ مان مشڪل ۾ آهيان." پاڻ عہ ان جڳهہ تي چار رڪعتون نماز ادا فرمائي ۽ نماز ڪانپوءِ فرمايو، "اٿ، تون نيڪ ٿي ويو آهين." هو صحيح سالم ٿي اٿي بيهي رهيو. فرمايائون، "تو سچ چيو، جيڪڏهن تنهنجو والد توسان راضي نہ هجي ها تہ منهنجي دعا بہ نہ ٻُڌي وڃي." اهو پاڻ عہ جو ئي معجزو آهي جو هوڏانهن علي عہ جي زبان مان دعا جاري ٿي، هيڏانهن ان ماڻهوءَ جو سُڪل جسم پنهنجي اصلي حالت ۾ اچي ويو.

# جنگ جمل ۾

ڪوڪب دري جو ليکڪ محمد صالح، الحنفي، السُني جابر بن عبدالله انصاريءَ کان روايت ڪندي بيان ڪري ٿو تہ: مان جنگ جمل ۾ اميرالمؤمنين حضرت علي ع سان گڏ هئس. مون اتي ڏٺو تہ هر ڪنهن چيو پئي، "مون کي علي ع زخمي ڪيو آهي." جنهن زخمي کي بہ ڏٺو پئي تہ اُن اهو چيو پئي، "مون کي علي ع زخمي ڪيو آهي." ۽ جنهن بہ مقتول کي ڏسان، اهو اهو ئي چئي رهيو هو تہ، "مون کي علي ع قتل ڪيو آهي." مان ميمنہ ۾ ويس تي تہ اتي عليءَ ع جو آواز ٿي ٻُڌم، ميسره ۾ ويس پئي تہ اتي بہ علي ع جو آواز پئي ٻُڌم. مان حضر طلحہ رض جي پرسان گذريس، جڏهن هو پساهہ ڏئي رهيو هو تہ اُن جي سيني تي هڪ تير لڳل هو، مون اُن کي چيو، "توکي هي تير ڪنهن هنيو؟" تہ هن چيو، "علي ع هنيو." مون چيو، "علي ع تہ ڪنهن کي بہ تير ناهي هنيو. انهن جي هٿ ۾ سواءِ تلوار جي ٻيو ڪوبہ هٿيار ناهي." هن چيو، "اي جابر رض، چا تون هن جن ڏانهن نٿو ڏسين تہ هو ڪيئن هوا مٿان هلي ٿو ۽ پوءِ زمين تي لهي ٿو ۽ ڪڏهن اوپر طرف وڃي ٿو تہ ڪڏهن اولهہ طرف اچي ٿو. بس جنهن سوار وٽان گذري ٿو اُن کي ڇنهب هٺي ڪڍي ٿو ۽ جنهن کي ڏسي ٿو اُن کي ماري وجهي ٿو يا زخمي ڪري ڇڏي ٿو يا منهن ڀر ڪيرائي وجهي ٿو يا هينئن ڇٽي ڇڏي ٿو تہ مري وڃ تہ مري وڃي ٿو. بس اُن جي اڳيان ڪان ڪوبہ بچي نٿو سگهي." جابر رض چون ٿا تہ، "مون کي هن جي قول تي حيرت ٿي."

# جنگ خيبر ۾

ڪوڪب دري جو مصنف محمد صالح الحنفي السُني بيان ڪري ٿو تہ: جنهن وقت علي ع يوم خيبر مرحب جا ٻہ ٽڪر ڪري ڇڏيا تہ جبرائيل ع ڪلندي ۽ عجب ڪائيندي پاڻ سڳورن ص جي خدمت ۾ حاضر ٿيا. رسول خدا ص ارشاد فرمايو، "اِن ڪِلڻ جو سبب ڪهڙو آهي؟" عرض ٿيو، "يا رسول الله ص منهنجي ڪِل جو سبب اهو آهي تہ ملائڪ علي ع جي حملن تي حيرت ڪائي رهيا آهن ۽ لافتيٰ الاعلي سيف الا ذوالفقار جا نعرا هڻي رهيا آهن ۽ منهنجي حيرانيءَ ۽ تعجب جو سبب اهو آهي تہ جڏهن مون کي قدرت حڪم ڏنو تہ قومِ لوط جي ستن ئي شهرن کي برباد ڪر تہ مون قدرتِ خداءِ رمزِ خدا سان ستن ئي شهرن کي ستين طبقہ زمين تان اکيڙي ستين آسمان تائين بلند ڪري ورتو ۽ صبح تائين هڪ هٿ تي کڻي رکيو، پوءِ مون سيني کي اونڌو ڪري ڇڏيو ۽ تباهہ ڪري ڇڏيو ۽ اڄ صبح جنهن وقت علي ع تڪبير هاشمي بلند ڪئي ۽ ضربِ حيدري لڳائي، جيڪا قوائي الهيہ سان مويد هئي ۽ مرحب ۽ اُن جي گهوڙي جا ٻہ ٽڪر ڪري ڇڏيا تہ مون کي حڪم ٿيو تہ مان علي ع جي تلوار جي اڳيئن وار کي وٺان. ايئن نہ ٿئي تہ زمين جا ٻہ ٽڪر ٿي وڃن. علي ع جو وار منهنجي هٿ جي ستن شهرن کان وڏيک ڳرو هو. جڏهن تہ اسرائيل ع ۽ ميڪائيل ع علي ع جي هٿ کي جهلي رکيو هو."

# هي علي ع جو ڪم آهي

سلفوطات حواجہ بنده نواز گيسو دراز رح ناشر نفيس اڪيڊمي ڪراچي صفح 228 تي دعائن جي تاثير جي عنوان سان مولا علي ع مشڪل ڪشا جو هڪڙو معجزو لکيو آهي تہ: حضرت علي ع عشاء جي نماز ڪانپوءِ مسجد ڪان گهر واپس وڃي رهيا هئا. رستي ۾ هڪ هٿ وڍيل ماڻهو پاڻ ع جي سامهون اچي روڪڻ لڳو ۽ فرياد ڪيو. پاڻ ع کي ان ماڻهوءَ جي حالت تي رحم آيو. پاڻ ع ان جي وڍيل هٿ وڍيل جڳهہ تي رکي ڪجهہ پڙهيو. پاڻ ع جي دعا سان ان جو هٿ جهڙو هو اهڙو ئي ٿي ويو. اهو ماڻهو تمام گهڻو خوش ٿيو ۽ منٿون ڪري حضرت علي ع کان پڇڻ لڳو تہ توهان ڪهڙي دعا پڙهي آهي، جنهن جي ڪري منهنجو هٿ صحيح ٿي ويو آهي. ان شخص جي تمام گهڻي اصرار تي پاڻ ع ٻڌايو تہ مون فاتحہ پڙهي آهي. هو تمام گهڻو خوش ٿيو ۽ دل ۾ چوڻ لڳو تہ هاڻ مان جڏهن بہ فاتحہ پڙهندس منهنجو هٿ نيڪ ٿي ويندو. اهڙيءَ طرح هن ٻئي دفعي چوري ڪئي ۽ جهلجي پيو، وري سزا طور هن جو هٿ وڍيو ويو. هٿ وڍجڻ ڪانپوءِ هن وڍيل هٿ کي پنهنجي جاءِ تي رکي فاتحہ پڙهي پر ان جو هٿ صحيح نہ ٿيو. نيٺ ٻيهر حضرت علي ع جي خدمت ۾ حاضر ٿيو ۽ سڀ ڪجهہ بيان ڪيو تہ، "يا علي ع منهنجو هٿ وري وڍيو ويو آهي، مون فاتحہ پڙهي پر ڪوبہ اثر نہ ٿيو. خدا جي واسطي مون کي ٻڌايو تہ توهان فاتحہ سان گڏ ٻيو ڇا پڙهيو هو، جنهن سبب منهنجو هٿ صحيح ٿي ويو هو." پاڻ ع فرمايو، "مون فاتحہ ڪانسواءِ ڪجهہ بہ نہ پڙهيو هو." پاڻ ع فرمايو، "جيڪڏهن هن ڀيري بہ تنهنجو هٿ نيڪ ٿي وڃي تہ ڇا تون واعدو ڪرين ٿو تہ آئنده ڪڏهن بہ چوري نہ ڪندين" ان شخص واعدو ڪيو تہ آئنده ڪڏهن بہ چوري نہ ڪندو. پاڻ ع ان کان توبهہ ڪرائي ۽ پوءِ ان جو وڍيل هٿ ان جي جاءِ تي رکي ڇڏيو. الله جي حڪم سان ٻيهر ان جو هٿ صحيح ٿي ويو.

## حضرت اسماءَ رضہ بنتِ ابوبڪر رضہ

ملفوظات خواجہ بنده نواز گيسو دراز رح ناشر نفيس اڪيڊمي ڪراچي صفحي 278 تي مولا علي عہ مشڪل ڪشا جو هيءُ معجزو لکيو آهي تہ: اصحابي سڳورن ۾ جيترا فضائل ۽ ڪرامتون اميرالمؤمنين حضرت علي ڪرم الله وجهہ سان منسوب آهن ايتريون ٻين اصحابي سڳورن سان ناهن. عرائس ۾ لکيل آهي تہ حضرت اسماءَ بنتِ حضرت ابوبڪر رضہ کان روايت آهي تہ هڪ ڏينهن عصر جي نماز پڙهڻ لاءِ اميرالمؤمنين حضرت علي عہ مسجد نبوي ۾ تشريف فرما ٿيا تہ اُن وقت سج لهي رهيو هو. علي عہ الله کان دعا گهري تہ ٿوري دير لاءِ سج واپس اچي تہ جيئن مان عصر جي نماز پڙهي وٺان. ماڻهن ڏٺو تہ واقعي مسجد جي پٺ تي سج جي روشني چمڪڻ لڳي ۽ علي عہ نماز پڙهي ورتي ۽ وري سج لهي ويو. فردوسي طوسي هڪ شعر ۾ دعويٰ ڪئي آهي تہ سمورا نبي جيڪو معجزو رکندا هئا، علي ڪرامت جي شڪل ۾ اهو رکندا هئا.

## حضرت اسماءَ کان روايت

ملفوظات خواجہ بنده نواز گيسو دراز رح ناشر نفيس اڪيڊمي ڪراچي ۾ لکيل آهي تہ: عرائس ۾ حضرت اسماءَ رضہ ۽ ٻين شخصيتن جي حوالي سان اهڙيون ڪيتريون ئي روايتون حضرت علي عہ جي ڪرامتن متعلق منسوب ڪيون ويون آهن. مثال طور حضرت اسماءَ رضہ روايت ڪن ٿيون تہ اميرالمؤمنين حضرت علي عہ اکيون بند ڪري تلوار هلائيندا هئا ۽ مجال نہ هئي جو ڪنهن ساٿيءَ کي غلطيءَ سان ان جي ضرب لڳي وڃي.

# مولا علي ع هر جاءِ تي موجود آهن

عرائس ۾ لکيل آهي تہ، جنگ صفين تان جڏهن حضرت علي ع واپس ٿيا تہ معاويہ راهہ بر کي ٽيهہ هزار اشرفيون ان ڳالهہ لاءِ ڏيڻ منظور ڪيون تہ رستي ۾ هو يا تہ حضرت علي ع کي ڪٿي غرقاب ڪري ڇڏي يا ڪنهن بنا پاڻيءَ واري جاءِ تي پهچائي سندن موت جو سبب بڻجي. هن هڪ عميق درياهہ جي ڪناري مولا جي لشڪر کي پهچائي ڇڏيو. حضرت علي ع درياهہ جي ڪناري تي بيهي ڏٺو تہ رستو ناهي. لشڪر جي تباهہ ٿيڻ جو انديشو آهي. پاڻ پنهنجي رڪابدار قيصر کي سڏيو ۽ چيو تہ. "هن بلنديءَ تي وڃي آواز ڏي تہ اي جمجمہ!" اهو پڪاريندي ئي چئني طرفن کان لبيڪ لبيڪ جا آواز اچڻ لڳا. قيصر عرض ڪيو، "يا اميرالمؤمنين ع هي تہ هر طرف کان لبيڪ لبيڪ جو آواز اچي رهيو آهي ڪنهن کي سڏيان." حضرت علي ع فرمايو تہ، "پڪاريو، اي جمجمہ ابن ڪرڪرت." هن اهو نالو وٺي پڪاريو، وري بہ هزارين آواز جواب ۾ آيا. وري پاڻ ع فرمايو، اي قيصر، پڪار اي جمجمہ ابن ڪرڪرت الملاح." جڏهن اهو نالو وٺي پڪاريو تہ ان نالي تي هڪ ماڻهوءَ جو آواز آيو. قيصر پڇيو تہ درياهہ جو پتڻ ڪٿي آهي. هن ٻڌايو تہ فلاڻي جڳهہ تي آهي. حضرت علي ع پنهنجي لشڪر کي وٺي ان جاءِ تي آيا ۽ حفاظت سان پار اڪري ويا. اتان کان اڳيان وڌڻ ڪانپوءِ معاويہ جو ماڻهو راهبر ڪين پاڻيءَ ڪانسواءِ ۽ اڻڄاڻ رستي تي آڻي ڇڏيو. پاڻي جڳهہ کان تمام گهڻو پويان رهجي ويو هو ۽ اڳيان ڪٿي بہ پاڻي نہ هو. لشڪر وري خطري ۾ پئجي ويو. حضرت علي ع وري قيصر کي چيو، "اڳيان ڏس، ڪٿي پاڻي آهي." قيصر هيڏانهن هوڏانهن ويو، ڏٺائين تہ هڪ واهہ ريگستان مان وهي رهيو آهي ۽ اميرالمؤمنين علي ع ان جاءِ تي موجود آهن ۽ پنهنجي گهوڙي کي پاڻي پياري رهيا آهن. وري رڪجي قيصر کي فرمايو، "ان

مان هڪ پيالو پاڻي ڀري چکڻ لاءِ ڏي." پاڻيءَ کي زبان تي لڳائڻ کانپوءِ پاڻ عہ فرمايو، "هي تہ لوياٽنو پاڻي آهي. لشڪر ۽ جانور اهو پاڻي ڪيئن پيئندا؟" وري قيصر کي فرمايو، "هن جبل تي چڙهي ڏس." قيصر جبل تي ويو، اتي ڏٺائين تہ مٺي پاڻيءَ جو چشمو جبل تي وهي رهيو آهي ۽ حضرت علي عہ ان جاءِ تي بيهي گهوڙي کي پاڻي پياري رهيا آهن. قيصر چيو، "يا علي عہ توهان تہ مُردن کي زندهہ ڪريو ٿا ۽ ريگستان ۽ جبل تي پاڻي پيدا ڪريو ٿا، توهان کي ماڻهو لشڪر ۾ بہ ڏسن ٿا ۽ توهان ان ئي لمحي ريگستان ۾ واهہ جي ڪناري ملو ٿا توهان تہ خدا لڳو ٿا. حضرت علي عہ ان حو ڪافرائو جملو ٻڌي ان تلوار سان ان تي حملو ڪيو ۽ هو ٻچي ويو

# رسول ص ۽ علي ع جو چهرو

جوامع الکلم جي عنوان سان خواجہ بنده نواز گيسو دراز رح جا ملفوظات نفيس اڪيڊمي ڪراچي هڪ خوبصورت ڪتاب جي شڪل ۾ شايع ڪيا آهن. پڙهندڙن جي دلچسپي ۽ ايمان جي تازگي لاءِ 102 صفحي تان مولا علي ع مشڪل ڪشا جي هڪ نمايان فضيلت نقل ڪري رهيو آهيان. هي اها مخصوص فضيلت پاڻ ع جي حصي ۾ آئي جيئن تہ مشڪل ڪشائي هر دؤر ۾ پاڻ ع سان ئي آهي، حضرت مخدوم بيان فرمايو، رسول الله ص هڪڙي صبح جو نماز کانپوءِ مصلي تي ڦري ويهي رهيا ۽ سيني ماڻهن کي ارشاد فرمايو، "اچو منهنجو چهرو ڏسو." سيئي ماڻهو آيا ۽ رسولِ خدا ص جي چهري مبارڪ جي زيارت ڪئي پر اميرالمؤمنين حضرت علي ع پنهنجي جاءِ تي ويٺا رهيا. ٻئي ڏينهن علي ڪرم الله وجهہ اهڙيءَ طرح مصلي تي ڦري ويهي رهيا ۽ سيني ماڻهن کي چيو، "اچو منهنجو چهرو ڏسو." ماڻهن رسولِ خدا ص کي عرض ڪيو، "علي ع ڇا چئي رهيا آهن؟" پيغمبر اعظم فرمايو، "علي ع جو ڪجهہ چئي رهيا آهن، ان مطابق ڪريو." سيئي ماڻهو اڳيان آيا ۽ علي ع جو چهرو ڏٺو. بعد ۾ حضرت ابو بڪر رض رسول خدا ص کان پڇيو تہ، "ان ۾ ڪهڙو راز آهي رسول خدا ص. ڪلهہ توهان مصلي تي ويٺي ماڻهن کي پنهنجو چهرو ڏسڻ لاءِ سڏيو هو، اسان سيئي آيا هئاسين ۽ توهان جي چهري کي ڏٺو هو پر علي ع پنهنجي جاءِ تي ويٺا رهيا. اڄ علي ع اهڙيءَ طرح سيني ماڻهن کي مصلي تي ويهي گهرائي چيو تہ منهنجو چهرو ڏسو. اسان سيئي وياسين ۽ سندن چهرو ڏٺو پر توهان نہ ويا. آخر ان ۾ ڪهڙو راز آهي؟" رسول خدا ص فرمايو، ڪلهہ رات عالم قدسي مان هڪ صورت جلوه افروز ٿي هئي ۽ اها اچي مون سان ملي هئي. ان جي ملڻ سان جيڪو سڪون ۽ آرام ۽ لذت مون پنهنجي سيني ۽ دل ۾ محسوس ڪيو آهي بيان نٿو ڪري

سگهجي. ان کي ذوق وارو ئي سمجهي سگهي ٿو. مون خداوند ڪريم کان پڇيو تہ، "اهو ڪرم مون لاءِ ئي مخصوص آهي يا ٻين لاءِ بہ." جواب مليو تہ، "نبين مان اهو صرف تو لاءِ ئي هو، مون ان سعادت ۾ ڪنهن بہ نبي کي شريڪ ناهي ڪيو." پوءِ مون پڇيو تہ، "ان سعادت مان ڪنهن ٻئي کي حصو ملندو، جيئن منهنجي عادت آهي تہ جيڪو ڪجهہ تون مون کي عنايت ڪرين ٿو مان پنهجي امت جو بہ حصو ان ۾ گهران ٿو." جواب مليو تہ، "پنهنجن چئني يارن مان ڪنهن هڪ کي وٺي اچ." سڀ کان پهرين مان ابوبڪر رضہ توکي وٺي ويس ارشاد ٿيو تہ ان کي واپس ڪري ڇڏ. پوءِ مان عثمان رضہ کي وٺي ويس، ارشاد ٿيو تہ ان کي بہ واپس ڪر، آخر ۾ جڏهن مان علي عہ کي وٺي ويس تہ ارشاد ٿيو ان کي ئي مون چاهيو پئي. پوءِ اها ئي صورت علي عہ تي جلوه فگن ٿي. علي عہ کي پنهنجي آغوش ۾ ڪٺي ورتائين ۽ وري مون کي پنهنجي آغوش ۾ ڪٺي ورتائين. هن ڀيري واري لذت ۽ سڪون پهرين کان بہ هزار دفعا وڌيڪ هو."

# حضرت دائود عہ ۽ نام علي عہ

جناب الحاج صائم چشتي السُني الحنفي پنهنجي شاهڪار تصنيف مشڪل ڪشا جلد پهرئين جي صفحي نمبر 111 تي مستند حوالي سان لکن ٿا تہ: حضرت امير خُسرو فرمائن ٿا تہ منهنجي شيخ معظم عاليجناب خواجہ نظام الدين اولياء ارشاد فرمايو آهي تہ: هڪ ڀيري رسول ڪريم صہ جي خدمت ۾ حضرت دائود عہ جي بابت بيان ٿي رهيو هو تہ سندن هٿ ۾ لوهہ نرم ٿي ويندو هو ۽ پوءِ پاڻ عہ ان مان ذره نيار ڪري وٺندا هئا. رسول ڪريم صہ ارشاد فرمايو. "جڏهن دائود عليہ السلام هٿ ۾ لوهہ کڻندا هئا تہ حضرت علي عہ جو نالو وٺندا هئا ۽ لوهہ پاڻ عہ جي هٿن ۾ نرم ٿي ويندو هو. ڪيڏي وڏي ڳالهہ آهي تہ حضرت دائود عہ الله جا نبي هئڻ جا باوجود بہ پنهنجي معجزي وقت علي عہ جو نالو کڻندا هئا ۽ لوهہ نرم ٿي ويندو هو.

# نعره حيدري جي طاقت

امير خسرو رح فرمائن ٿا تہ: منهنجي آقاءِ نعمت وري هڪ حڪايت بيان فرمائي آهي تہ: هڪ ڀيري اميرالمؤمنين حضرت علي عہ شام طرف چڙهائي ڪئي تہ ڪاميابيءَ جا آثار نہ ڏسي پاڻ عہ نعرو هنيو، جنهن سان هر هنڌ تهلڪو مچي ويو ۽ فرشتا تسبيح ڀُلجي ويا ۽ بارگاهِ الاهي ۾ عرض پرواز ٿيا تہ، "الاهي هي ڪهڙو آواز هو، جنهن سان اسان جو ڪم بہ ڇڏائجي ويو." فرمانِ الاهي ٿيو تہ، "علي عہ جو نعرو آهي، جيڪو اسان ڪان مدد جو گهرجائو آهي، وڃي ان جي مدد ڪريو." اهڙيءَ طرح امير خسرو رح فرمائن ٿا تہ منهنجي شيخ خواجہ نظام الدين هڪ ڀيري ارشاد فرمايو تہ، "اميرالمؤمنين کي أسد الله ان ڪري چون ٿا جو پاڻ عہ کي اهو خطاب آسمان تان حاصل ٿيو . يعني الله فرمايو، "علي عہ منهنجو شينهن آهي." ۽ وري فرمايو "علي عہ نعرو هڻي ٿو تہ ان جي نعري جي دهشت سان پکي پکڻ ۽ جانور مري وڃن ٿا."

ان حقيقت ڪان انڪار ڪونهي تہ جڏهن بہ دشمن سان مقابلي وقت نعره حيدري بلند ٿئي ٿو تہ دشمن پنهنجا هوش ۽ حواس وڃائي ويهي ٿو، جڏهن بہ ڪو حُبدار علي عہ جو نالو وٺي ٿو تہ ڏکيائين ۽ پريشانين ڪان ڇوٽڪارو پائي ٿو. هر مشڪل ۽ مصيبت وقت ڪم ايندڙ نالو علي عہ ۽ علي عہ ئي آهي.

# شب معراج علي ع جو آواز

شيعہ سُني ٻئي فرقا وڏي فخر سان بيان ڪن ٿا ۽ منافق انڪار ڪن ٿا، انهن سان تہ اسان جو ڪوبہ بحث ناهي جيڪي معراج کان ئي انڪار ڪن ٿا. سُني شيعہ ٻنهي ڪتابن ۾ ڪثرت سان روايت موجود آهي تہ: خداوند ڪريم شب معراج پنهنجي پياري حبيب صلي الله عليہ وآلہٖ وسلم سان علي عہ جي زبان ۾ علي عہ جي آواز ۾ مخاطب ٿيو هو. ارحج المطالب صفحي 229 ۽ هاڻوڪي زماني جو عالم الحاج صائم چشتي پنهنجي شاهڪار ڪتاب مشڪل ڪشا ۾ لکن ٿا تہ، عبدالله بن عمر رضہ کان روايت آهي تہ، مون جناب رسول خدا صہ کان ٻُڌو، ماڻهن حضور صہ کان پڇيو، "يا رسول الله صہ شب معراج الله تعاليٰ توهان سان ڪنهن جي آواز ۾ مخاطب ٿيو هو؟" فرمايائون، "علي عہ جي آواز ۾. مون عرض ڪيو، "اي منهنجا پروردگار! تون مون سان ڳالهائي رهيو آهين يا علي عہ؟" فرمايو، "اي احمد صہ مان هڪ اهڙي شيءِ آهيان تہ ڪابہ شيءِ منهنجو مَٽ ناهي ۽ مان ماڻهن جهڙو ناهيان ۽ نہ ڪا شيءِ مون جهڙي آهي. مون توکي پنهنجي نور مان پيدا ڪيو آهي ۽ علي عہ کي تنهنجي نور مان پيدا ڪيو آهي. مان تنهنجي دل جي حال کان واقف آهيان، تنهنجي قلب ۾ علي عہ کان وڌيڪ ڪنهن جي محبت ناهي، تنهن ڪري مان ان ئي آواز ۾ توسان همڪلام آهيان تہ جيئن تنهنجي دل ۾ تسلي رهي." مشڪل ڪشا جو ان کان وڌو معجزو ٻيو ڪهڙو ٿي سگهي ٿو جو خداوند عالم سندن ئي آواز ۾ مخاطب ٿيڻ پسند فرمايو.

# آسمانن تي نڪاح

آدم جي تخليق کان وٺي اڄ تائين ۽ قيامت جي ڏينهن تائين ڇا اها سعادت ڪنهن جي حصي ۾ آئي يا ايندي تہ ڪنهن ماڻهوءَ جو نڪاح عرش تي آسمانن تي ٿيو يا ٿيندو؟ تہ جواب "نہ" ۾ ملندو. وڏا وڏا نبي، وڏا وڏا اولياءَ، وڏا ايمان وارا ماڻهو گذريا پر اهو مولا علي عہ مشڪل ڪشا جو ئي هڪ معجزو آهي جو خدا جي مولا علي عہ تي عنايت آهي جو سندن نڪاح هن زمين کان اڳ آسمانن تي ڪري پاڻ عہ کي اهو شرف ۽ مانُ عطا ڪيو. جنهن کان هرڪو محروم آهي، هرڪو بيوس ۽ عاجز آهي. جيئن تہ منهنجي ويجهو اهو شرف ڪنهن طرح بہ هڪ تمام تمام وڏي معجزي کان گهٽ ناهي، آن ڪري پڙهندڙن جي دلچسپيءَ لاءِ لکي رهيو آهيان.

حبدار اهلبيت الحاج صائم چشتي پنهنجي مشهور ڪتاب مشڪل ڪشا ۾ مختلف مستند ترين روايتن سان لکن ٿا تہ: حضرت جبرائيل عہ بارگاهہ رسالت صہ ۾ حاضر ٿي عرض ڪيو ۽ جنت جي اڇي ريشمي ڪپڙي جو ٽڪرو، جيڪو هو پاڻ سان گڏ کڻي آيا هئا، پيش ڪيو. ان ريشمي ڪپڙي تي نور سان ٻہ سٽون لکيل هيون. رسول الله صہ جبرائيل کان پڇيو، "اي برادر، مڪتوب جو مضمون ڇا آهي؟" جبرائيل عہ عرض ڪيو، "يا رسول الله صہ الله تعاليٰ توهان کي سموري مخلوق کان مٿانهون فرمايو آهي ۽ توهان لاءِ پاڻ ۾ ساٿيءَ جي چونڊ فرمائي آهي ۽ فاطمہ عہ کي ان جي حوالي ڪري ڇڏيو. توهان فاطمہ عہ سان ان جو نڪاح فرمايو ۽ ان کي پنهنجو ناٺي قبول فرمايو. الله تعاليٰ مون کي حڪم ڏنو آهي تہ، "اي جبرائيل عہ مون پنهنجي ڪنيز فاطمہ رضہ بنتِ محمد صہ سان پنهنجي بندهِ خاص علي مرتضوي جو نڪاح ڪري ڇڏيو آهي، تون بہ ان نڪاح مبارڪ کي ملائڪ ڪرام ۾ منعقد ڪر." مون الله جي حڪم موجب انهن ٻنهي مان وارين هستين جو عقد نڪاح ڪري

سمورن ملائڪن کي شاهد ڪيو ۽ اهو سمورو واقعو دستاويز جي صورت ۾ هن ريشمي ڪپڙي تي لکي ڇڏيو آهي ۽ مون کي حڪم مليو هو تہ اهو توهان جي خدمت ۾ پهچايان."

نزهتہ المجالس ۾ وڌيڪ روايت بہ موجود آهي، حضور ص علي ع کي فرمايو، "جبرائيل ع مون کي ڄاڻ ڏني آهي تہ الله منهجي ڌيءَ فاطمہ ع کي تنهنجي زوجيت ۾ ڏئي ڇڏيو آهي ۽ ان جي نڪاح تي چاليهہ هزار فرشتن کي شاهد ڪيو ۽ شجر طوبيٰ کي حڪم ڏنو تہ ان تي موتي، ياقوت ۽ زيور گهوري." وڌيڪ تفصيل الصواعق المحرقہ، البيان والبتين، نزهتہ المجالس، رياض النفرت، ارجح امطالبہ ۽ بين ڪتابن ۾ ڏسو.

# علي عہ قرآن ناطق آهن

حضرت مولانا محمد عبدالسلام قادري الحنفي السُني پنهنجي ڪتاب "شهادت نواسہ سيد الابرار" ۾ لکن ٿا تہ مولا علي عہ جو هي معجزو هر عام ۽ خاص ڪتاب ۾ موجود آهي، جنهن لاءِ هر ڪتاب ڏسي سگهجي ٿو. حضرت ابن عباس رضہ فرمائن ٿا تہ هڪ ڀيري حضرت علي عہ سڄي رات بسم الله جا صرف باقي حرف تفسير شروع فرمايا، ايستائين جو صبح ٿي ويو. پاڻ عہ فرمايو، "جيڪڏهن رات اچا بہ هجي ها تہ بيان ڪيان ها، الله جو قسم اهو سمنڊ جو قُتڙو بہ بيان ناهي ڪيو." حضرت علي عہ فرمائن ٿا تہ، "جيڪڏهن مان سورت فاتحہ جو تفسير لکان تہ ستر اٺ ڪتابن سان ڀريا وڃن تڏهن بہ تفسيرِ فاتحہ ختم نہ ٿي سگهي." حضرت سرڪار مولا علي عہ اُلمرتضيٰ رڪاب ۾ هڪ پير رکندا هئا ۽ ٻيو پير رڪاب ۾ رکڻ تائين پورو قرآن پڙهي ختم فرمائيندا هئا. الله الله، اهو شانِ ڪرامت ڪمال هو. حضرت عبدالله ابن مسعود رضہ فرمائن ٿا تہ قرآن ست حرفن تي نازل ٿيو ۽ هر حرف جيڪو آهي ان جي هڪ ظاهري ۽ ٻي باطني معنيٰ آهي ۽ هر حرف جي ظاهر ۽ باطن جو علم حضرت علي عہ کي آهي.

"يہ خاموش قرآن اور وہ قرآن ناطق هين،
نہ هو جس دل ۾ يہ، اس مين نهين قرآن ڪا رشتا."
(صفحو نمبر 344)

## جڏهن علي ع سوار ٿيا

جناب صائم چشتي پنهنجي ڪتاب "مشڪل ڪشا" ۾ محقق شاهہ عبدالحق محدث دهلوي جي ڪتاب جو حوالو ڏيندي مولا علي ع جا فضائل بيان ڪندي لکن ٿا، جيڪو هڪ وڏو معجزو آهي، ڇو تہ بين اصحابي سڳورن کي اڳ ۾ آزمايو ويو، جنهن جو تفصيل اهو آهي تہ جڏهن اهلِ قبا جي درخواست تي حضور اڪرم ص اتي مسجد بڻائڻ جو ارادو فرمايو تہ پاڻ ص اصحابي سڳورن کي ارشاد فرمايو تہ توهان مان ڪو ماڻهو اسان جي ناقہ تي سوار ٿي اُن کي ڦيرائي.

حضرت ابوبڪر صديق رض ناقہ جي پُٺن تي سوار ٿي ويا پر ناقہ رسول ص نہ اٿيو، اُن ڪانپوءِ حضرت عمر رض سوار ٿيا پر پوءِ بہ نقہ رسول ص نہ اٿيو، اَن ڪان پوءِ علي مرتضيٰ ع پنهنجو پير مبارڪ رڪاب ۾ رکيو ئي هو جو ناقہ رسول ص اٿي بيهي رهيو. (صفحو: 352) اهو آهي مولا علي ع جي پير مبارڪ جو معجزو جو ناقہ رسول ص هڪدم اٿي بيهي رهيو.

## ميدان جنگ ۾

مولا علي ع مشڪل ڪشا جي قدم قدم تي اسان کي معجزا ملن ٿا. پاڻ ع جي حياتِ مبارڪ جو هڪ پيو اهم ۽ وڏو معجزو اهو بہ آهي تہ پاڻ ع فاتح ٿيڻ کانسواءِ واپس نہ آيا ۽ جڏهن ميدانِ جنگ ۾ هوندا هئا تہ ساڄي ڪابي حضرت جبرائيل ع، حضرت ميڪائيل ع هوندا هئا. حضرت عمر رض عمر بن حبشي، عثمان بن عبدالله، حضرت امام حسن روايت ڪن ٿا تہ رسول خدا ص جڏهن علي ع مرتضيٰ سان گڏ فوج رواني فرمائيندا هئا تہ جبرائيل ع اُن جي ساڄي طرف ۽ ميڪائيل سندن ڪابي طرف هوندا هئا ۽ پاڻ ع فتح ڪرڻ کانسواءِ نہ موٽندا هئا ۽ هر جنگ ۾ علي مرتضيٰ ع اسلامي لشڪر جا عَلم بردار هوندا هئا.

# اعلان نبوت ﷺ وقت

مولا علي ؑ مشڪل ڪشا پيغمبر اعظم ﷺ جي تربيت جو انمول شاهڪار آهن. پيغمبر اعظم ﷺ ۽ دينِ اسلام تي جڏهن بہ نازڪ وقت آيو، جڏهن ڏکيائين کي منهن ڏيڻو پيو، جڏهن بہ ڏکين ۽ ڪَٺن رستا سامهون آيا، جڏهن بہ مخالفن زور ورتو، اهڙين نازڪ حالتن ۾ مشڪل ڪشا جي هستي سڀ کان اڳيان نظر آئي. خدا ۽ رسول اعظم ﷺ جي پاڻ ؑ تي خاص عنايت آهي جو پاڻ ؑ کي خداوند ڪريم شب معراج وقت رسول اعظم ﷺ ذريعي پرده پوشي جي هڪ گودڙي عنايت فرمائي، جنهن جو ذڪر پوين صفحن ۾ مستند حوالي سان ٿي چڪو آهي تہ پاڻ ؑ صرف پنهنجي حياتِ مبارڪ ۾ پنهنجي روحاني طاقت جي ڪري ماڻهن جون مشڪلون حل فرمايون بلڪہ قيامت جي ڏينهن تائين پاڻ ؑ هر ڪنهن جي مشڪلن جي مشڪل ڪشائي فرمائيندا رهندا. اهي خدا ۽ اُن جي پياري محبوب ﷺ جو مولا علي ؑ تي لک احسان آهن تہ مشڪل ڪشائي هميشہ پاڻ ؑ جي نالي سان ئي منسوب رهندي.

دين اسلام جي ابتدا ۾ جن مشڪلاتن ۽ جن ڏکين حالتن کي حضور اڪرم صلي الله عليہ وآلہٖ وسلم منهن ڏنو اُهو ڪنهن کان لڪل ناهي، جڏهن اسان اسلامي تاريخ جي شروعاتي ورقن تي نظر وجهون ٿا تہ خبر پوي ٿي تہ شروعاتي ڏينهن جي مشڪل وقت ۾ مولا علي ؑ جهڙيءَ طرح مشڪل ڪشائي فرمائيندي ڏکيائيون آسمان فرمايون آهن اُن تي اسلامي تاريخ هميشہ فخر ڪندي رهندي. حضرت علي ؑ جي عمر مبارڪ چوڏهين سال ۾ داخل ٿي چڪي هئي. پاڻ ؑ ننڍپڻ جي سرحد مان نڪري جوانيءَ تي قدم رکي چڪا هئا. رب ڪريم کي جنهن لمحن جو انتظار هو اُهي اچي ويا هئا. حڪم خدا جي مطابق رسول خدا ﷺ پنهنجي ويجهن مائٽن کي گهرائي هڪ دعوت جو اهتمام ڪيو،

جنهن ۾ چاليھہ جي لڳ ڀڳ ماڻهن شرڪت ڪئي. پاڻ صہ اعلانِ نبوت فرمايو پر ابو لهب پاران مخالفت ۾ تقرير ڪرڻ ۽ مذاق اڏائڻ سبب اها دعوت رائيگان وئي پر ابو لهب جي ان مخالفت سان نہ ئي رسول الله صہ جي همتن ۾ گهٽتائي آئي ۽ نہ ئي علي عہ جي ثابت قدمي ۾ فرق آيو.

رسول خدا صہ جي حڪم موجب ٻيهر دعوت جو اهتمام ڪيو ويو، جنهن ۾ ماڻهن جو تعداد چاليھہ جي لڳ ڀڳ هو. ڪاڌي پيتي کانپوءِ فارغ ٿيڻ کانپوءِ رسول خدا صہ فرمايو، "اي ماڻهو! مان توهان وٽ دنيا ۽ آخرت جي ڀلائيءَ کڻي آيو آهيان ۽ خدا حڪم ڏنو آهي تہ توهان ماڻهن کي هن دين طرف سڏيان. هاڻي ٻڌايو تہ توهان مان ڪير ان ڪم ۾ منهنجو هٿ ونڊائيندو تہ جيئن هُو منهنجو ڀاءُ، منهنجو وصي، منهنجو خليفو مقرر ڪيو وڃي." پاڻ سڳورن صہ جن جو ارشاد ختم ٿيڻ کانپوءِ ماڻهن ۾ سانت ڇانيل هئي. اسلام جي تبليغ جو ٻيهريون مرحلو هو، جيڪڏهن ٻهرئين ئي مرحلي ۾ ناڪامي ٿي وڃي ها تہ هن دين جي بقا مشڪل نظر پئي آئي. دعوت ۾ جوان، پوڙها، پنهنجا پرايا سڀئي شامل هئا پر تاريخ جا صحفا شاهدي ڏئي رهيا آهن تہ ڪوبہ ماڻهو اهڙو نہ هو جيڪو رسول خدا صہ جي لفظن تي لبيڪ چوي، پاڻ صہ جي ڳالهين جي شاهدي ڏئي، اهڙي حالت ۾ ۽ اهڙي ماحول ۾ ڪيڏي نہ ڏکيائي ۽ پريشاني ٿي رهي هوندي، اسلام جي شروعات ۾ ايڏي وڏي مشڪل جو پيغمبر اعظم صہ جي ڳالهين جي تصديق ڪرڻ وارو ڪوبہ نہ هو. اهڙن نازڪ لمحن، مشڪل حالتن ۽ ڏکئي وقت ۾ ان سانت، ان خاموشيءَ کي چيريندي هڪ بلند همت، مستقل مزاج، ڪامل الايمان اڀرندڙ نوجوان مشڪل کي آسانيءَ ۾ تبديل ڪري ڇڏيو، ان نوجوان پُراثر ۽ گرجندڙ آواز ۾ فرمايو، "اي منهنجا آقا، مان تنهنجو ساٿ ڏيندس. مان توهان جو حڪم بجا آڻيندس. يا رسول الله صہ مان وصي ٿيندس، مان توهان جي هر ميدان ۾

مدد ڪندس، ڪڏهن بہ ساٿ نہ ڇڏيندس، مان توهان جي دشمنن جون اکيون ڪڍي ڇڏيندس ۽ انهن جا پيٽ ڦاڙي ڇڏيندس."

ان آواز مڪي جي وادين کي لـُڏائي ڇڏيو. اهو آواز هر تاريخ ۾ هميشہ هميشہ لاءِ محفوظ ٿي ويو. جنهن ڪانسواءِ اسلامي تاريخ نامڪمل آهي. اهو آواز ٻـُڌي خدا جو رسول صہ فرمائي ٿو، "ترس...." وري ٻئي ڀيري رسول خدا صہ ارشاد فرمايو، وري ان آواز پاڻ صہ جي اطاعت ڪئي. پاڻ سڳورن صہ وري فرمايو، "ترس...." ٽئين ڀيري پاڻ سڳورن صہ وري پنهنجي ڳالهہ دهرائي پر حاضرين مان ڪنهن بہ ان جي تصديق نہ ڪئي، سواءِ علي عہ ابن ابي طالب جي. اهو ٻـُـڌي نبي صہ خوشيءَ سان ان اڀرندڙ نوجوان کي پنهنجي سيني سان لڳايو ۽ پنهنجي زبان مبارڪ ان نوجوان جي وات ۾ وجهي ڇڏي. رسول خدا صہ ان نوجوان مان ڪيڏا خوش ٿيا، ان جو اندازو تہ صرف الله ۽ الله جي حبيب صہ کي ئي ٿي سگهي ٿو، ان جوان رسول خدا صہ کي مايوسيءَ کان بچائي ورتو. ان مشڪل وقت ۾ ڪير ڪم آيو، ڪنهن جي ڪري مشڪل آسان ٿي، اهو جوان علي عہ ابن ابي طالب آهي. ٿورو سوچيو تہ اهڙن نازڪ لمحن ۾ اهڙين مشڪل حالتن ۾ علي عہ بہ خاموش ويهي رهن ها تہ اسلام ڪيئن اڳيان وڌي ها؟ بلڪ اسلام کي شروعاتي لمحن ۾ ئي ناڪاميءَ کي منهن ڏيڻو پئي ها پر مشڪل ڪشا لڄ رکي ورتي. ماڻهو مذاق اڏائيندي پنهنجن پنهنجن گهرن ڏانهن روانا ٿي ويا ۽ اهو چوندا پئي ويا تہ نئون دين ڪيئن ڪامياب ٿيندو؟ پر اُن زماني جي مقدس ڪردارن پنهنجي ڪردار ذريعي ثابت ڪري ڏيکاريو تہ اسلام ئي واحد دين آهي، جيڪو حق ۽ نجات جي رستي جو ضامن آهي. اهو سبب آهي جو ان وقعي تي پاڻ سڳورن صہ ان جوان کي ڪلهي ۾ هٿ وجهي ارشاد فرمايو، "هي منهنجو ڀاءُ آهي، منهنجو وصي آهي، منهنجو خليفو آهي، توهان هن جي ڳالهہ ٻـُـڌو ۽ هن جي اطاعت ڪريو."

# مکي جا ڇوڪرا

علي ع تہ پئدا ئي ان لاءِ ٿيا هئا تہ قدم قدم تي رسول خدا ص تي سر قربان ڪن ۽ اسلام تي جڏهن بہ مشڪل وقت اچي، ان مشڪل کي آسان ڪن، جيئن تہ هن باب جو نالو مشڪل وقت ۽ مشڪل ڪشا آهي، ان جي نسبت سان صرف ڪجهہ واقعا بيان ڪرڻا آهن. تفصيل لاءِ تہ هڪ پوري زندگيءَ جي ضرورت آهي. ان موقعي تي هي واقعو بہ مشڪل ڪشائيءَ جي سلسلي ۾ لکيو پيو وڃي تہ جڏهن پيغمبر اعظم ص نبوت جي اعلان ڪانپوءِ تبليغ جو سلسلو شروع ڪيو تہ قريش پاڻ ص جي رت جا پياسا ٿي پيا پر حضرت ابو طالب جي ڪري مزاحمت جو اعلان نہ ڪيو. مڪي جي ڪافرن ڪجهہ ننڍي عمر جي ڇوڪرن کي پاڻ ص کي تڪليفون پهچائڻ لاءِ تيار ڪيو. ان واقعي کي مختصر لفظن ۾ "نفسِ رسول" حصي چوٿين ۾ لکيو آهي، حضرت علي جهڙي نموني جوانيءَ ۾ بهادر هئا، ساڳيءَ طرح ننڍپڻ ۾ بہ بهادر هئا. امام جعفر رضہ کان روايت ڪئي وئي آهي تہ جنگ احد ۾ حضرت علي طلحہ بن ابي طلحہ جي مدمقابل ٿيا، طلحہ حضرت عليءَ کان پڇيو، "صاحبزادا، تون ڪير آهين؟" پاڻ ع جواب ڏنو، "مان علي ع آهيان، ابو طالب جو پٽ." طلحہ چيو، "اي قضيم، مون کي پهرين ئي خبر هئي تہ منهنجي مقابلي ۾ توکانسواءِ ڪنهن جي بہ همت نہ ٿيندي." امام جعفر رضہ کان پڇيو ويو تہ قضيم جو مطلب ڇا آهي؟ امام فرمايو، "پيغمبر اعظم ص مڪي ۾ هئا تہ شروعاتي تبليغ ۾ ابو طالب جي دٻ کان ڪنهن کي بہ ڪجهہ چوڻ جي جرئت نہ ٿيندي هئي تہ انهن ٻارڙن کي تيار ڪيو، پاڻ ص رستي تان ويندا هئا تہ ڇوڪرا پاڻ ص کي پٿر هڻندا هئا ۽ مٽي وجهندا هئا. جيئن تہ پاڻ ص ۽ حضرت ابو طالب پوڙها هئڻ سبب انهن کي ڪجهہ بہ نہ چوندا هئا ۽ اهو مناسب بہ نہ هو تہ پاڻ ص انهن ڇوڪرن سان منهن ڏين. هڪ ڏينهن اهڙيءَ طرح انهن ڇوڪرن وري

اها حرڪت ڪئي تہ پاڻ صہ ٻئي ڏينهن حضرت علي عہ ڪي گڏ وني ويا. ان وقت پاڻ عہ انهن ڇوڪرن جا هم عمر هئا. ڇوڪرن اهڙا ئي ناپاڪ حرڪت ڪئي، حضرت علي انهن تي چڙهي ويا. انهن جا منهن، نڪ، ڪن، چپ ڦاڙي ڇڏيائون. ڇوڪرا روئندا پنهنجن گهرن ڏانهن ويا. پنهنجن والدين سان شڪايت ڪئي تہ علي عہ اسان ڪي ڪُٽيو آهي. ان ڪري پاڻ عہ تي نندپڻ کان ئي قضيم نالو پئجي ويو هو."

# هجرت جي رات

تاريخ جو اهم ترين موڙ هجرت جي رات، جنهن جو تفصيل مسلمان ۽ غير مسلمان مؤرخن بيان ڪيو آهي، هن وقت صرف انهن نازڪ لمحن ۽ مشڪل وقت ۾ مشڪل ڪشا جي جانثاري بيان ڪرڻي آهي. تيرنهن (13) سالہ مڪي زندگيءَ جو دؤر پورو ٿيو. نبوت جي شمع جي چوطرف پروانن جي هجوم ۾ ڪافي اضافو ٿي چڪو هو، جنهن جي خوشبو پري پري تائين پکڙجي چڪي هئي. مديني منوره جي ڳلي ڳلي اسلام جي خوشبوءِ سان واسجي چڪي هئي، مڪي جي ڪافرن جون اذيتون بہ انتها کي پهچي چڪيون هيون، اسلام جي پيغمبر صہ جي حڪم سان مسلمان آهستي آهستي مديني طرف روانا ٿي چڪا هئا. هاڻ مڪي ۾ پيغمبرِ خدا صہ، حضرت علي ۽ حضرت ابوبڪر رضہ باقي رهيا هئا. هاڻي نہ حضرت بي بي خديجہ رضہ هيون نہ حضرت ابو طالب هئا. مڪي جا ڪافر پيغمبرِ اسلام صہ جي رت جا پياسا ٿي چڪا هئا، هر طرف پاڻ صہ جي قتل جون ڳالهيون هيون. اهڙي حالت ۾ الله جو حڪم ٿئي ٿو تہ اڄ رات مديني طرف روانا ٿي وڃو. پاڻ صہ ان راز کي لڪائي رکيو پر الائي ڪيئن ڪافرن کي پاڻ صہ جي مديني روانگيءَ جو اطلاع ملي ويو. ڪافرن جي اڳواڻن گڏجي اهو طئہ ڪيو تہ اڄ رات ئي محمد صہ کي قتل ڪيو ويندو. ان ڪم لاءِ هر قبيلي مان ناليوارن بهادرن جي چونڊ ڪئي وئي. خدا مڪي جي ڪافرن جي ان ناپاڪ ارادي جي بشارت ڏني. اهڙين نازڪ، ڏکين ۽ ڪَٺن حالتن ۾ ڪير آهي جيڪو ڪم اچي. ان ڪان وڌيڪ مشڪل وقت پيغمبرِ اعظم صہ تي اڳ ڪڏهن نہ آيو هو. اهڙي نازڪ وقت ۾ هڪ اهڙي همراز، بهادر ۽ جانثار جي ضرورت هئي، جيڪو جان قربان ڪري سگهي. آخر نظر وڃي اُن ئي نوجوان تي پئي جنهن پهرين دعوت ۾ پاڻ نيايو هو. پاڻ صہ جون نظرون علي ابن ابي طالب کي ڳولي رهيون هيون. شام ٿي، علي عہ پاڻ صہ جي خدمت ۾ حاضر ٿيا، پاڻ صہ فرمايو، "مشرڪ اڄ منهنجي قتل لاءِ تيار آهن، ڪجهہ دير ڪانپوءِ ئي منهنجي گهر جو

گھيرو ڪري ويٺا، اسان مديني روانو ٿيون ٿا، اڄ تون منهنجي بستري تي منهنجي سائي چادر ويڙهي سمهجانءِ." پاڻ صہ جن جو حڪم ٻڌندي ئي علي مرتضيٰ عہ جي زبان مان هي لفظ جاري ٿيا تہ، "ڇا منهنجي سمهڻ سان توهان جي جان بچي ويندي؟" فرمايائون، "ها." علي مرتضيٰ عہ خوشيءَ مان ٻهڪي اٿيا. سندن خوشيءَ جي ڪا حد نہ رهي هئي. پاڻ عہ بيحد خوش هئا جو مان قربان ٿي رهيو آهيان. پاڻ صہ مڪي جي قريشن جون سموريون امانتون علي مرتضيٰ جي حوالي ڪيون ۽ فرمايو، "اهي امانتون انهن سڀني کي ڏئي تون بہ هليو اچجانءِ." پيغمبر اعظم صہ خيريت سان مديني طرف روانا ٿيا، پاڻ عہ آرام ۽ سڪون سان پاڻ سڳورن صہ جي بستري تي ليٽي پيا ۽ آرام جي ننڊ سمهي پيا. جنهن لاءِ حضرت علي عہ جو فرمان آهي تہ، "هجرت واري رات جهڙي سڪون واري ننڊ سُتو هئس اهڙي ننڊ ڪڏهن بہ نہ آئي." امام غزالي لکن ٿا تہ، "علي رسول الله صہ جي بستري تي سُتل هئا، اُن وقت خداوند عالم جبرائيل ۽ ميڪائيل تي وحي فرمائي تہ مون توهان ٻنهي کي ڀاءُ ڀاءُ بڻايو ۽ توهان مان هڪڙي جي عمر ٻئي کان وڌيڪ ڪئي، توهان مان ڪير آهي جيڪو پنهنجي وڌيڪ عمر پنهنجي ڀاءُ کي ڏئي." اُن وقت خدا فرمايو، "توهان ٻئي علي عہ جهڙا ڇو نہ آهيو؟ مون علي ۽ رسول صہ کي ڀاءُ ڀاءُ بڻايو، هو رسول صہ جي بستري تي سُتي پنهنجي جان قربان ڪري رهيو آهي، توهان ٻئي هيٺئر زمين تي وڃو ۽ علي عہ کي دشمنن کان بچائو." جبرائيل عہ پهتو ۽ چوڻ لڳو، "مبارڪ هجي مبارڪ اي فرزندِ ابو طالب، تنهنجي ڪري ملائڪ فخر ڪري رهيا آهن." ان موقعي تي خدا هيءَ آيت نازل فرمائي، "ومن الناس من يشري الخ" (ماڻهن ۾ ڪجهہ ماڻهو اهڙا بہ آهن جيڪي خدا جي خوشنوديءَ لاءِ پنهنجي جان وڪڻي ڇڏن ٿا.) مڪي جي ڪافرن سموري رات گهر کي گهيري رکيو تہ جيئن صبح ٿيندي ئي پاڻ صہ کي قتل ڪري سگهن. ان وقت سموري رات علي مرتضيٰ عہ رسول صہ جن جي بستري تي پنهنجي ثابت قدمي، جان نثاري ۽ سرفروشي جا جوهر ڏيکاريندا رهيا. نہ دل ۾ ڪافرن جو دٻپ، نہ موت جو خوف هو. صبح

ٿيو. ڪافر اهو ڏسي حيران ٿي ويا تہ رسول صہ جي بستري تي رسول اعظم صہ بجاءِ علي عہ ابن ابي طالب سُتل آهن. ڪافرن تلوارون ڪڍي ورتيون ۽ چيو تہ. "محمد صہ ڪٿي آهي؟" پر حضرت علي عہ جو جواب، جيڪو بلند همتي، جوان مردي ۽ بهادريءَ جو آئينيدار آهي، پاڻ عہ فرمايو. "محمد صہ توهان مون کي ڏئي ويا هئا جو ونڻ آيا آهيو؟" پاڻ عہ صبح جو سموريون امانتون مالڪن جي حوالي ڪيون، ڪافرن تمام گهڻي ڪوشش ڪئي تہ پاڻ عہ پيغمبر اعظم صہ جي ڏس ٻُڌائن پر دنيا جي تاريخ اهڙو واقعو پيش ڪرڻ کان لاچار آهي جو انهن خطرناڪ حالتن ۾ پاڻ عہ پنهنجي مضبوطي، ثابت قدمي ۾ ٿورو بہ فرق نہ اچڻ ڏنو. پاڻ عہ سمورا حڪم پورا ڪرڻ ڪانپوءِ ڪجهہ عورتن کي وٺي پيغمبر اعظم صہ جي حڪم موجب مديني طرف روانا ٿي ويا. جنهن لاءِ يورپ جي مشهور مؤرخ ڪاسن ڊي پرسيوالي (Cousin De Percival) جي تحقيق موجب اهو جون جو مهينو هو. گرميءَ جا ڏينهن، ريگستان جو علائقو. جنهن جو انچ انچ باهہ لڳو پيو هو، پٿريلي رستي تان هڪ سئو پنجويهہ (125) ميلن تائين پيادل سفر ڪرڻ، ان قيامت خيز سفر ۾ پاڻ عہ وٽ سواري بہ نہ هئي، سندن ثابت قدمي ۽ پڪي ايمان انهن ڏکيائين کي بہ آسان ڪري ڇڏيو. هلندي هلندي پاڻ عہ جا پير سُڄي ويا. ايستائين جو رت وهڻ لڳو. جڏهن رسول خدا صہ کي پاڻ عہ جي اچڻ جو اطلاع مليو تہ پنهنجي سرفروش، جانثار جي ديدار لاءِ پاڻ سڀني کان اڳ ۾ پاڻ سڳورن صہ جون اکيون بيتاب هيون. پاڻ سڳورن صہ جناب امير عہ کي ان حالت ۾ ڏٺو تہ اکين ۾ ڳوڙها تري آيا، بي اختيار ڊوڙي وڃي علي عہ کي ڇنبڙي پيا. پنهنجن هٿن سان پاڻ عہ کي لڳل مٽي صاف ڪرڻ لڳا. پاڻ عہ پنهنجو لعاب دهن زخمن تي لڳايو. پوءِ ڪڏهن بہ پاڻ عہ ۾ تڪليف نہ ٿي." اڳيان لکن ٿا تہ. "ان شديد گرمي ۽ دشمنن جي وچ ۾ اڪيلي سفر ڪرڻ اهڙو حيرت انگيز واقعو آهي، جنهن جو مثال تاريخ اسلام ۾ تہ ڇا پر بين اُمتن ۾ بہ مشڪل ملندو. ان سان پاڻ عہ جي ايمان، صبر، توڪل، جرئت، همت ۽ بهادريءَ جي خبر پوي ٿي."

# مشڪل وقت ۾

مڪي زندگيءَ کانپوءِ مدني زندگيءَ جو دؤر شروع ٿيو. مشڪل ڪشا علي مرتضيٰ ع جھڙي نموني پنھنجي ڄمڻ کان وٺي ھجرت جي رات تائين قدم قدم تي جانثاريءَ جا نمونا پيش ڪندا رھيا، اُن جو مثال ملڻ مشڪل آھي. مدني دؤر ۾ بہ قدم قدم تي جن ڏکيائين ۽ خطرناڪ حالتن کي منھن ڏيڻو پيو، دنيا جي تاريخ ان جي شاھد آھي. انھن حالتن ۽ واقعن مان خبر پوي ٿي تہ مشڪل ڪشا ع نہ ھجن ھا تہ اسلام کي قدم قدم تي ناڪامي ۽ مايوسيءَ جو منھن ڏسڻو پوي ھا. ھاڻ پڙھندڙ ان مان بہ اندازو لڳائي سگھن ٿا تہ جڏھن جناب سيده فاطمہ ع جي شاديءَ جو مسئلو سامھون آيو تہ پاڻ سڳورن صہ جي نظر مشڪل ڪشا ع تي پئي ۽ پاڻ صہ جو ارشاد مبارڪ آھي تہ، "علي ع نہ ھجي ھا تہ فاطمہ ع جو ھن دنيا ۾ ڪوبہ جوڙ نہ ھجي ھا." ۽ جڏھن علي ع ئي نہ ھجن ھا تہ حسين ع نہ ھجن ھا، شھادت جو تصور ختم ٿي وڃي ھا. جنت جي سرداري نہ ھجي ھا. اتي اھا ڳالھہ مڃڻي پوندي تہ علي ع جي ئي دم سان سڀ ڪجھہ قائم آھي. اھڙيءَ طرح جڏھن مديني منوره ۾ ڀائيچاري جو ماحول قائم ڪيو ويو، پاڻ سڳورن صہ انصار ۽ مھاجرن جي وچ ۾ ڀائيچاري جي فضا قائم ڪري ڇڏي، آخر ۾ پنھنجي ڀاءُ جي چونڊ لاءِ مشڪل ڪشا ع کي چونڊيو ويو. مڪي جي فتح جي موقعي تي جڏھن ڪعبتہ اللہ شريف کي بُتن کان پاڪ ڪرڻ جو مرحلو آيو تہ تاريخ جا صفحا شاھد آھن تہ مشڪل ڪشا ع پاڻ سڳورن صہ جي ڪُلھن مبارڪ تي چڙھيا ۽ ھن بُتن کي ڪيرايو، اھڙيءَ طرح ڪعبتہ اللہ شريف کي بُتن کان پاڪ ڪرڻ جو فرض بہ مولا علي ع انجام ڏنو. اھڙيءَ طرح جڏھن سورت برات جي تبليغ وقت مشڪل آئي تہ خدا جي حڪم موجب اھڙي اعتماد جوڳي ۽ پُرخلوص ماڻھوءَ جي ضرورت پئي تہ ان مشڪل وقت ۾ بہ مشڪل ڪشا ع جي چونڊ ڪئي وئي. اھڙيءَ طرح بخران جي نصرانين سان مباھلي جو وقت آيو تہ فرنگي تاريخ مستند روايتن سان لکي ٿي تہ پاڻ صہ بخراني عالمن، دانشورن ۽ علمِ نجوم جي ماھرن جي مقابلي لاءِ

جڏهن ماڻهن جي چونڊ ڪئي تہ انهن ۾ امام حسن ع، امام حسين ع، جناب سيده فاطمہ رض ۽ انهن سان گڏ جيڪو جوان هو اهو علي مرتضيٰ مشڪل ڪشا ع هو. زماني ڏٺو تہ نصرانين جا عالم انهن پاڪ، مقدس، معصوم چهرن کي ڏسي گهبرائجي ويا. انهن جي سيني داناءِ عالم چيو تہ، "اي نصرانيون، هنن سان مقابلو نہ ڪريو. هنن جي چهرن تي اهڙو مقدس نور ڏسان پيو جو جيڪڏهن هي جبل کي چون تہ جبل بہ چُور چُور ٿي وڃي. جيڪڏهن هي بددعا ڏين تہ هن زمين تي هڪ نصراني زندهہ نہ رهي." نيٺ انهن نصرانين مباهلو نہ ڪيو ۽ ڪجهہ شرطن تي صلح ڪئي. اهڙي قسم جا بيا ڪيترائي واقعا ٿيا. جن ۾ مشڪل ڪشا ع جانثاريءَ جي حوالي سان اڳيان اڳيان رهيا.

پوري دنيا جي سموري تاريخ شاهد آهي تہ جڏهن پاڻ سڳورن ص جي وفات جو وقت ويجهو آيو تہ پاڻ ص تي بيهوشي طاري رهڻ لڳي. ان وقت پاڻ ص بي بي عائشہ رض جي حجري ۾ رهيل هئا. پاڻ ص تي پيارا مولا علي ع کي ياد ڪيو. نيٺ مشڪل ڪشا پاڻ سڳورن ص جي خدمت ۾ حاضر ٿيا. ان بيهوشيءَ جي حالت ۾ مشڪل ڪشا ع جي ايندي ئي پاڻ ص اکيون کوليون ۽ مشڪل ڪشا جي ڪنڌ ۾ ٻانهون وجهي ڇڏيون. حضرت علي مرتضيٰ پاڻ ص جو مٿو مبارڪ پنهنجي هنج ۾ رکيو ۽ ڪافي دير تائين سرگوشي فرمائيندا رهيا. جناب بي بي سيده ع سان سِرگوشي فرمائي، حسين ع کي سيني سان لڳايو ۽ ان ئي حالت ۾ نبين جا سردار، بني هاشم جا سردار، يتيمن جا والي، معذورن جا مددگار، غريبن جا خدمتگار، امت جا نگهبان، ڪُلِ خدائي جا سرتاج هن جهان مان برقعو مٿائي ويا. پاڻ ع جي وفات تي، انهن مشڪل حالتن ۾ مشڪل ڪشا پاڻ ص وٽ موجود هئا. اسلامي تاريخ هجي يا دنيا جي تاريخ، مسلم مؤرخ هجن يا غير مسلم تاريخدان، هر ڪنهن ان جي شاهدي ڏني آهي تہ ان نازڪ وقت ۾ حضرت علي ع پاڻ سڳورن ص وٽ موجود رهيا. پنهنجن هٿن سان ٻنهي جهانن جي سردار ص کي غسل ڏيڻ فرمايو. پنهنجن هٿن سان ڪفن پهرائي ٻنهي جهانن جي آقا کي لحد ۾ لاٿو. اهو شرف، اهو رتبو حضرت علي ع جي عظمت ۽ بلنديءَ جو ثبوت آهي.

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندڙ نسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونتا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڇوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان ڪڍي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪـو بـہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهـڙي دعويٰ ڪري ٿـو تـہ پَـڪَ ڄاڻو تـہ اُهـو ڪُـوڙو آهـي. نـہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا.  جيڪـڏهن ڪـو اهـڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بِہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻـن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، ٻَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿـي سگهن ٿا. ٻيـن لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نـہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تـہ پَـنَ جا سڀ ڪَـم ڪـار سَـهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪـن آهـي تـہ ڪـي ڪـم اُجرتـي بنيادن تـي بہ ٿِيـن. اهـڙي حالت ۾ پَـنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مـدد ڪَـرڻ جـي اُصـولَ هيـٺ ڏي وَٺُ ڪنـدا ۽  غيرتجـارتي non-commercial رهنـدا. پَنَـن پـاران ڪتـابن ڪـي ڊِجيٽـائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪـو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪـرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پـو ٻيـو اهـم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مـان جيڪـڏهن ڪـو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَـن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ
کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽
ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ
کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪنهن بہ رُڪاوٽ کي نہ مڃن.
شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ،
پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ
جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.
... ...
جنئن جنئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛
... ...
ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........
... ... ... ...
هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ
اِن حسابَ سان اڄ ڪاڻي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ
”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ
وڃايو“ ناداني ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشش ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اڻٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها ، توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ياڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)